# سردار لهيج سار

## (حج سفرنامو ۽ چوند ڪلام)

سيد عبدالله شاهه فتاحي

سهيڙيندڙ

سيد محسن علي شاهه بخاري

بخاري پبليڪيشن،

ڳوٺ ٽنيا بقاشاه، ڪنڊيارو.

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : سردار لهيج سار |
| مصنف | : سيد عبدالله شاهه فتاحي |
| سهڙيندڙ | : سيد محسن علي شاهه بخاري |
| تعداد | : پنج سؤ |
| ڇاپو | : پهريون |
| سال | : ١٩٩٩ع |
| ڇاپيندڙ | : شعبه تصنيف و تاليف و ترجمه، ڪراچي يونيورسٽي. |
| ڇپائيندڙ | : بخاري پبليڪيشن، ٽنيا بقا شاهه، ڪنڊيارو. |
| مُلهه | : ٣٠ رُپيا |

ملڻ جو هنڌ

ڪانياواڙ اسٽور، اردو بازار، ڪراچي-سنڌ.

19/6/38

# انتساب

## شهيد عبدالله شاه فتاحي

جي وڏي نياڻيءَ

## (منهنجي امڙ)

جي نالي

**محسن**

۱ ذوالحج ۱۳۴۵ھ = ۱ جون 1927ع

۱ ذوالحج ۱۳۴۴ھ = ۱۱ جون 1926ع

# شهيد سيد حاجي عبدالله شاھ فتاحي

**تعارف: سيد ضياءُ الدين شاھ فتاحي**

شهيد سيد حاجي عبدالله شاھ فتاحيءَ جو خانداني تعلق دهليءَ جي مشهور بزرگ ۽ نامياري حڪيم سيد عبدالفتاح جيلانيءَ سان (تيرھينءَ پيڙھيءَ) وڃيو ملي. اھائي اھا نسبت آھي جنھن سبب شهيد بادشاھ پنھنجي نالي سان گڏ ”فتاحي“ لکندو ھو. جنھن جي پيروي سندس پونير اڄ سوڌو ڪندا اچن.

ان فتاحي خاندان جو ھڪ فرد سيد مير محمد لاعقب ولد سيد محسن علي جو پڻ پنھنجي دؤر جو ناميارو حڪيم ھو، سو مير فيض محمد اول والي رياست خيرپور ميرس جي خواھش مطابق ان ڏينھين دهلي مان لڏي اچي خيرپور ۾ سڪونت اختيار ڪئي، اھڙيءَ ريت فتاحي خاندان جي ھڪ لام ھند ڪي ڇڏي ھميشه لاءِ سنڌ جي ٿي ويئي. جتي اڄ تائين سندن پوريون اٺ پيڙھيون پوريون ٿي چڪيون آھن، جنھن جو تفصيل ھيٺ ڏجي ٿو:




**(١) سيد صلاح الدين شاھ عرف مير حسن شاھ پنھنجي پٽيان ھڪ پٽ ۽ پنج نياٽيون ڇڏي ١٩٥٩ع ۾ گذاري ويو.**

**(٢) سيد ضياءُ الدين شاھ (رٽائرڊ D.E.O) درازا شريف ۾ رھي ٿو.**

**(٣) سيد نور الدين شاھ "اڱڙا شريف" ۾ رھي ٿو ۽ پنھنجي پيءُ جي گادي سنڀاليو ويٺو آھي.**

"فتاحي خاندان" هتي اچڻ بعد ڀهرين ٻن ٽن پيڙهين تائين تہ
حڪمت واري ڌنڌي کي هلايو، پر پوءِ مير صاحبان جي مهربانين سبب
"خيرپور رياست" اندر سنا عهدا سنڀالڻ لڳا. "شهيد بادشاهہ" جو
ڏاڏو مختياڪار جي عهدي تي فائز هو. جڏهن تہ سندس والد پوليس
کاتي ۾ انسپيڪٽر هو. جيڪو 1893ع ۾ جڏهن احمد پور ٽاڻي تعلقي
خيرپور ۾ صوبيدار هو، تڏهن کيس ڀهريون پٽ ڄائو، جنهن جو نالو
"عبدالله شاهہ" رکيو ويو. جنهن جوانيءَ ۾ رسي عالم، اديب، شاعر،
بي باڪ مقرر ۽ هڪ مبلغ طور نہ صرف خيرپور رياست بي سڄي سنڌ
اندر وڏي شُهرت ماڻي.

"سيد عبدالله شاهہ" پرائمري تعليم پنهنجي اباڻي ڳوٺ
"اڳڙا" تعلق گمبٽ مان ۽ سيڪنڊري تعليم "ناز هاءِ اسڪول خيرپور"
مان حاصل ڪئي، تنهن بعد پنهنجي پيءُ جي مرضيءَ مطابق پوليس
کاتي ۾ A.S.I جي پوسٽ تي ڀرتي ٿيو. پر پوءِ سنت ئي ان کاتي کي
خدا حافظ چئي ديني تعليم حاصل ڪرڻ جي نيت سان وڃي "امروٽ
شريف" نڪتو. جتي ان وقت جي نامياري عالم ۽ مبلغ سيدنا تاج
محمد امروٽيءَ جي زير نظر رهي. ديني تعليم سان گڏوگڏ، عربي ۽
فارسي زبان ۾ پڻ وڏو عُبور حاصل ڪيائون. اتاهون پوءِ پنهنجي ڳوٺ
"اڳڙا" اچي "دارالاصلاح" نالي هڪ ديني مدرسو کوليائون ۽ انهن ئي
ڏينهن ۾ هڪ انجمن "تبليغ الاسلام" جو بنياد وڌائون. جنهن پوري
خيرپور رياست اندر تبليغي ڪم شروع ڪري ڏنو. ان نيڪ ڪم ۾
ڪيترائي نيڪ بانها سندس ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺا. انجمن جو پاڻ صدر ۽
علامه اميد علي پنهور جنرل سيڪريٽري هئا ۽ ان جو مرڪز "اڳڙا"
هوندو هو. جتي هر سال هڪ وڏو ديني اجتماع ٿيندو هو ۽ جنهن ۾ نہ
صرف رياست پر سڄيءَ سنڌ مان عالم، اديب ۽ عام ماڻهو تمام وڏي
تعداد ۾ اچي شريڪ ٿيندا هئا. اهو سلسلو سندس شهادت بعد جاري
رهيو ۽ اڄ ڏينهن تائين اجان هلندو اچي.

برصغير ۾ هلايل "خلافت تحريڪ" ۾ پڻ پاڻ ڀرپور حصو
ورتائون. ايتري قدر جو اُن هلچل هلندي پير ڳوٺ پرسان ڳوٺ شاهہ پور
۾ تبليغ ڪندي انگريز سرڪار پاران پاڻ گرفتار ڪيا ويا ۽ ڪين اتاهون

وٺي وڃي سکر سينٽرل جيل ۾ نظر بند رکيائون. جتي پڻ سندن تبليغي ڪم جاري رهيو ۽ اتي ڪيترائي قيدي سندن حلقہ ارادت ۾ اچي ويا. آخر حڪومت کين جيل مان ڪڍي ڇڏيو.

سال 34-1933ع ۾ ”ناز هاءِ اسڪول خيرپور“ ۾ عربيءَ جا استاد مقرر ٿيا. جتي پاڻ بورڊنگ هائوس اندر ڏار ڪواٽر ۾ رهندا هئا ۽ اتي مسجد ۾ شاگردن کي پنج وقت نماز پڙهائڻ سان گڏوگڏ هر روز فجر جي نماز بعد ڪلام پاڪ جو درس پيڻ ڏيندا هئا. جتي شاگردن ۽ استادن کان علاوه ڪافي تعداد ۾ شهر واسي شريڪ ٿي سندن درس مان مستفيض ٿيندا هئا.

پاڻ 21 رجب 1359ھ ۽ عيسوي سن مطابق 26 آگسٽ 1940ع سومر جي رات پنهنجي ساهري گهر قاضي امان الله ”عاصي“ ڳوٺ ”ڪوٽ مير محمد“ (لڳ پيرجو ڳوٺ) وٽ ترسيل هئا نہ ڪن شاهينگن آڌي رات جو اوچتو پٺ ٿپي اچين کين شهيد ڪيو. ان وقت سندن عمر ستيناليهہ ٤٧ سال هئي.

گهوڙن ۽ گهوٽن، جيئڻ ٿورا ڏينهڙا،
ڪڏهن منجهہ ڪوٽن، ڪڏهن واهي رڻ جا! (شاهہ)

سندن شهادت جو احوال ان وقت جي روزانہ ۽ سنڌي مسلمانن جي واحد نمائنده اخبار ”الوحيد“ ٥ سپٽمبر ١٩٤٠ع ۾ هن ريت آيو ۽ ان ئي تاريخ تي اخبار پاران هڪ زوردار ايڊيٽوريل نوٽ پڻ لکيو ويو جيڪو ان نيوز سان گڏ هيٺ ڏجي ٿو:

**الوحيد** ٥ سپٽمبر ١٩٤٠

# سيد عبدالله شاهہ فتاحي
# جي وفات جو احوال

عبدالله شاهہ فتاحي جي شهيد ٿيڻ جي خبر بجلي وانگر هرهنڌ پکڙجي وئي پر عقل قبول نہ پيو ڪري تہ اهڙي اصحابي شخص کي ڪير انسان شهيد ڪرڻ گواره ڪندو. اسين ڳوٺ اگڙن ۽ پسگردائي

جي جماعت فجر سان سويل روهڙي وياسي ۽ اتي معلوم ٿيو ته ڪن
خبيثن هن اهلبيت کي بي دردي سان ڪوٽ مير محمد ۾ شهيد ڪيو
آهي. لاري جو بندوبست ڪيو ويو ۽ لاش سندس ڳوٺ اگڙ ۾ آندو ويو
سندس زيارت ڪرڻ لاءِ رستي تي هزارها ماڻهو منتظر بيٺل هيا. ٦
بجي شام جي رواني ٿيل لاري ٨ بجي صبح جو اگڙين پهتي. جتي
اٽڪل ڏهه هزار کن ماڻهو هندو مسلمان سندس زيارت لاءِ منتظر هيا.
لاش مبارڪ جي زيارت بعد جنازي نماز ادا ڪئي وئي. هندن مسلمانن
همدردي ۽ ڏک کان سڀ دڪان بند رکيا. هندن مسلمانن جي تمنا
موجب جلوس ڪڍيو ويو هو ۽ تنهن بعد شاه صاحب کي جامع مسجد
شريف پرسان دفن ڪيو ويو. هندن مسلمانن ۾ سخت جوش ۽ هراس
آهي. نماز جنازه بعد هڪ جلسه زير صدارت مولوي اميد علي صاحب
جي ڪيو ويو ڪيترن علمائن تقريرون ڪيون مرحوم سيد حاجي
عبدالله شاه صاحب جي سوانح عمري بيان ڪيائون ۽ سندس بي قصور
شهادت جي مرثيه خانه ٻڌايائون. تنهن کان پوءِ هڪ ٺهراءَ سندس
عزيزن، دوستن ۽ پس ماندن سان همدردي ڪرڻ جو پاس ڪيو ويو.
گورنمنٽ کي استدعا ڪئي وئي آهي ته ڏوهه جي بيداوري ڪرڻ لاءِ
سخت اپاءَ ورتا وڃن.

سيڪريٽري انجمن تبليغ علم شاه آباد اگڙا

**الوحيد** ڪراچي ٥ سپٽمبر ١٩٤٠ع

# سيد عبدالله شاه جو خون ناحق

## سنڌ سرڪار جو فرض

دل کي بي حد صدمو پهچي ٿو ۽ اکين اڳيان اونده ڦريو وڃي
ٿي جڏهن هي جملا لکنا پون ٿا، ته مولوي حاجي سيد عبدالله شاه
فتاحي کي نهايت بي دردي سان سندس صاهري گهر ۾ ڪي ملعون
ناحق قتل ڪري ويا. عبدالله شاه هڪ عالم ۽ انگريزيدان، صوفي

منش، برنجان مولج خيرپور ناز هاءِ اسڪول ۾ عربيڪ ٽيچر هو.

پاڻ پوري زندگي ۾ نه ڪنهن کي رنجايو هو ۽ نه ڪنهن سان وري وڏي وات ڳالهايو، اهڙي درويش صفت سادات کي بيگناهه قتل ڪرڻ ڪنهن سازش يا معنيٰ کان هرگز خالي نه آهي.

ڪي هندو اخبارون لکن ٿيون ته عبدالله شاهه کي چور قتل ڪري ويا، مگر اسان جو چوڻ آهي ته هن مسڪين سادات وٽ رکيو ڇا هو جنهن لاءِ چور ڪاهي آيا ۽ چوري ڪرڻ بجاءِ ڪيس خون ڪري هليا ويا. ازان سواءِ هو پنهنجي گهر ۽ ڳوٺ کان ٻاهر ڪوٽ مير محمد تعلقي روهڙي ۾ پنهنجي صهري ملا امان الله جي گهر ۾ رهيل هو ۽ عشا جي نماز کان پوءِ گهري ننڊ ۾ ستل هو ۽ انهيءَ حالت ۾ هن تي خوني حملو ٿيو. جيڪڏهن سچ پچ چور هجن ها ته هو سامان ڪڻڻ ۾ مشغول ٿين ها ۽ مقابلو ڪندڙن سان مقابلو ڪن ها پر هي ڪهڙي قسم جا چور هوا جن هڪ بي خبر ستل سادات تي حملو ڪري شهادت جي منزل تي رسايو ۽ ان کان پوءِ هو گهر ڇڏيو هليا ويا. افسوس!!

سنڌ ۾ ڪجهه وقت کان علماءِ ڪرام کي مارون ملي رهيون هيون مگر هن ١٩٤٠ع ۾ وري سنڌن قتل شروع ٿيو آهي پهرين سانگهڙ ۾ مولوي حڪيم نبي بخش جو قتل ٿيو. جنهن جي خونين جو اڄ تائين پتو ڪونه پيو آهي. انهيءَ مظلوم جو ناحق وهيل رت اڃان سنڌ جي سرزمين تان خشڪ ئي نه ٿيو آهي ته وري اجهو مولوي سيد حاجي عبدالله شاهه کي بي دردي سان قتل ڪيو ويو آهي. خبر نه آهي ته انهيءَ خونريزيءَ جو سلسلو الائي ڪٿي پورو ٿيندو. اسان جي سنڌ سرڪار کي تمام زوردار گذارش آهي ته تيستائين آرام سان نه ويهي جيستائين هن بيگناهه سادات جي قاتلن جو سراغ نه لڳي ۽ هنن کي ڳولي هٿ نه ڪري. جيڪڏهن مولوي نبي بخش جي قاتلن وانگي هي خون به لوڙهيو ويو ته پوءِ وري ڪنهن ٻئي بزرگ جو وارو ايندو ۽ اهو چڪر پوري طاقت سان ڦرندو رهندو. انا لله وانا اليه راجعون.

الله تعاليٰ رحم فرمائي. ڪجي اميد ته اسان جي هن استدعا تي پورو توجهه ڏئي، انسان ذات جي حياتين جو بچاءُ ڪيو ويندو.

سيد محسن شاهہ بخاري

# پيش لفظ

ننڍڙي لاءِ امڙ کان ٻڌندو هوس تہ سندس والد (منهنجو نانو) شهيد عبدالله شاهہ فتاحي پنهنجي نوجوانيءَ جي ڏينهن ۾ خلافتي ورڪر جي حيثيت ۾ حرمين شريف اسريو هو ۽ اتان فرض ادا ڪرڻ بعد واپس ڳوٺ پهچي سفر جو سربستو احوال لکي پاڻ وٽ سانديي رکيو هئائين. تن ڏينهين اها اجان سرت ڪان آئي هئي جو ان سفرنامي جي پڇا ڪري ان ڪي ڏسجي. پر جڏهن اڳتي هلي لکڻ پڙهڻ جو شـوق جاڳيو تڏهن وري اهو ملڻ محال ٿي ويو. ڇوجو اهو سفرنامو مون وارن مامن وٽان ڪنهن نامعلوم مومن پڙهڻ خاطر ڪٽي پاڻ وٽ ڪتي قابو ڪري رکيو هو. هيڏانهن مون کي وري ان جي ڏسڻ جي هر وقت هورا کورا رهي. جڏهن بہ پنهنجي ناناڻي ڳوٺ اڳڙا (تعلقو گمبٽ ضلعو خيرپور) وڃڻ ٿيندو هو تہ انِ سفرنامي جي ضرور پڇا ڪندو هوس. نيٺ سال 1984ع ۾ ناناڻي ڳوٺ وڃڻ ٿيو تہ حسب معمول پنهنجي ننڍي مامي سيد نور الدين شاه فتاحيءَ کان ناني سائين جي سفرنامي جي پڇا ڳاڇا ڪيم. تنهن تي ٻڌايائين تہ "هت تہ ڪيو اٿم، پر پتو ناهي تہ هينئر پيو الائي کهڙي ڪنڊ ۾ آهي." بس پوءِ تہ وڏيڪ ڪنهن بہ پڇا يا اجازت وٺڻ جي وڏي وڃي، سندس ڪتابن واري ڪمري کي لڳس، جتي بي ترتيب پيل ڪتابن ۽ پراڻن رسالن کي اٿلائي پٿلائي آخر اهو وڃي هٿ ڪيم، جنهن کي ڏسڻ جي سالن کان آس هئي. "حج سفرنامو" مون کي اهڙو تہ مچڏو ٿي لڳو جو ان کي ڪمري اندر ئي پڙهي پورو ڪري پوءِ پير ٻاهر ڌريم. ڇوجو هڪ تہ تقريبن مني صديءَ جو اڳوڻو احوال جڏهن سعودي عرب ۾ ڪارن ۽ بسن بدران اٺن ۽ گهوڙن وسيلي سفر ڪيو ويندو هو ۽ ٻيو تہ ٻولي توڙي اندازِ بيان مون کي ائين پئي لڳو، ڄڻڪ اهو لکيل ئي ڪو منهنجو پنهنجو هجي. جڏهن تہ ناني سائينءَ جي ڪنهن بہ لکت ڏسڻ جو مون کي اهو پهريون

موقعو مليو هو. هيءَ بہ هڪ حسن اتفاق ئي چئجي جو ناني سائينءَ سان رت جي رشتي کان علاوه منهنجي ساڻس هڪ ٻي بہ نسبت آهي. اها هيءَ تہ سندس والد ۽ ڏاڏي جا نالا بلڪل اهي ساڳيا ئي آهن جيڪي منهنجي والد ۽ ڏاڏي جا. يعني والد جو "محمد شاه" ۽ ڏاڏي جو "محسن شاه" جڏهن تہ بابا جي شاديءَ کان اڳ ٻنهي خاندانن جو ذات واري رشتي کان سواءِ ٻيو ڪو بہ لڳ لاڳاپو ڪونہ هو. نانا جن جي خاندان جو تعلق دهليءَ جي مشهور عالم حڪيم سيد عبدالفتاح سان آهي، جنهن نسبت سبب پاڻ کي فتاحي سڏائين. جڏهن تہ بابا جن جو واسطو وري اُچ جي مشهور بزرگ سيد سرخ جلال شاه بخاري سان آهي، جنهن رشتي سبب پاڻ کي بخاري سڏايائون.

فتاحي خاندان خيرپور ميرس ۾ شروع کان وني سٺن عهدن تي رهيو آهي. نانا سائينءَ جو ڏاڏو سيد محسن علي شاه مختيار ڪاريءَ جي عهدي تي فائز هو ۽ سندس والد صاحب تڏهن پوليس کاتي ۾ انسپيڪٽر هو. جنهن پنهنجي پٽ سيد عبدالله شاه کي بہ مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ پوليس کاتي ۾ اي - ايس - آءِ ڪري ڪٽايو. پر هن نوجوان جي فقيراڻي طبيعت کي اٿندي ئي پوليس کاتو ياڻءِ ڪونہ پيو ۽ هڪ سال اندر ان مان جان آجي ڪري وڃي امروٽ شريف نڪتو، جتئون ان وقت جي نامور بزرگ شخصيت مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي زير نظر رهي ديني تعليم سان گڏوگڏ عربي ۽ فارسي زبان جو هڪ وڏو ڄاڻو ٿي نڪتو. امروٽ مان فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ پنهنجي استاد جي چوڻ مطابق اباڻي ڳوٺ اچي ديني ۽ تبليغي ڪم شروع ڪيائين. ان سان گڏوگڏ سياسي ۽ سماجي سرگرمين ۾ بہ ڀرپور نموني حصو وٺڻ لڳو. سن1920ع ۾ جڏهن ننڍي کنڊ جي مسلمانن ترڪيءَ جي خليفي جي خلافت برقرار رکڻ لاءِ تحريڪ شروع ڪئي تہ ان ۾ بہ پٺ پوئتي ڪونہ رهيو ۽ خيرپور رياست اندر صف اول جي اڳواڻن سان گڏ ڪم ڪرڻ لڳو. آخر هلندڙ تحريڪ دوران ٻين سان گڏ پاڻ بہ گرفتار ٿي پيو ۽ ڪيس هڪ سال جي سزا ٻڌائي وئي.

مختلف تحريڪن ۾ مخلص ۽ بي لوث ڪارڪن ٿي ڪم ڪرڻ

سبب سندس ملڪيت جو وڏو حصو جيڪو ڪيس وڏڻ ڪان ورثي ۾ مليو هو، سو انهن تحريڪن جي ور چڙهي ويو، تنهن ڪري معاشي وسيلن ڪي منهن ڏيڻ لاءِ سرڪاري نوڪري قبول ڪيائين ۽ سال 1934ع ۾ ناز هاءِ اسڪول خيرپور ۾ عربي جو استاد مقرر ٿيو. سروس ۾ هجڻ جي باوجود بہ هن سرويچ سيد، سماجي ۽ اصلاحي ڪمن ۾ حصي وٺڻ ڪان ڪڏهن بہ پوئتي پير نہ ڏريو ۽ زندگيءَ جي آخري گهڙيءَ تائين بي دين پيرن ۽ وحشي وڏيرن جي ڪڏن ڪرتوتن خلاف پنهنجي طرفان هڪ محاذ کوليون آيو. آخر حسيني سنت تي هلندي پنهنجو سر صدقي ڪيائين، پر ڪڏهن بہ ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ ڪان ڊجي حق ۽ صداقت جو سات نہ ڇڏيائين، جيئن پنهنجيَ ڪلام ۾ هڪ هنڌ چيو اٿس:

ٿلهہ: بي دين جي مريدي جڻ آ يزيد جي،
بي دين جي مجوتي جڻ آ پليد جي.
١- بي دين ڪي نہ مڃ تون، سر ڪپن تہ چا ٿيو،
مڃ پيروي حسين امام شهيد جي.

آخر اهوئي ٿيو جيڪو سچارن ۽ حق گو انسانن سان هر دور ۾ ٿيندو آيو آهي. پاڻ 26 آگسٽ 1940ع جي رات جو پنهنجي سهري قاضي امان الله عاصيءَ جي گهر، ڳوٺ ڪوٽ مير محمد (ضلعو سکر) ۾ ترسيل هو تہ آڌيءَ رات جو ڪن ڀاڙيتو بدمعاشن گهر جي يٽ ٽپي، اچي مٿس تلوار جا ٽي چار وار ڪيا. پهرئين ئي ڌڪ لڳڻ سان سندس زبان مان زوردار آواز نڪتو "الله" وري ٻئي ڌڪ سان بہ اهوئي ساڳيو آواز "الله" پر ڪجهہ جهيٽو ۽ ٽئين ڌڪ سان صفا جهيٽو ۽ ان سان گڏوگڏ سندس جسماني پڃري مان روح جو پکيئڙو ڀڻ پرواز ڪري وڃي پرين جي پار پهتو.

پاڻ اهو ڪهڙو ڏوه ڪيو هئائون جو اهي سنگ دل انسان سندس سر جا سوداگر بڻجي بيٺا، تنهن بابت ان وقت جي مشهور هفتيوار اخبار "المنار سکر" جو ايڊيٽر حافظ مولوي عبدالحميد يٽي (مرحوم رشيد يٽيءَ جو پيءُ) 31 اگسٽ 1940ع واري پنهنجي ايڊيٽوريل نوٽ ۾ "عالم سيد جو ناحق خون" جي عنوان سان هيئن لکيو آهي:

"اٽڪل 5، 6 ڏينهن ٿيندا تہ ناز هاءِ اسڪول خيرپور ميرس جي

عربي ٽيچر سيد حاجي عبدالله شاه فتاحيءَ کي ڪي خبيث ظالم پنهنجي سهري جي گهر واقع ڪوٽ مير محمد ۾ نهايت بي دردي ءَ سان خون ڪري ويا آهن. سندن خون جو ڪارڻ فقط هڪ ئي چيو ٿو وڃي جو جناب شاه صاحب مولوي محمد هاشم (جام ساقيءَ جي موجوده گهرواريءَ جو سڳو ڏاڏو) واري ڪيس ۾ مکيه شاهد هو. باوجود گهڻن زورن بارن پوڻ جي هن حق جي شاهدي ڪان نه چپائي هئي. وڌيڪ هي به چيو وڃي ٿو ته شهيد مرحوم کي 26 آگسٽ تي ساڳئي ڪيس ۾ دوباره شاهد ٿي اچڻو هو. سندس شاهديءَ کان اڳ ڪيس جام شهادت پياريو ويو. گهڻيون نماز جنازه ادا ڪيون ويون ۽ خيرپور اسٽيٽ ۾ هڪ ڏينهن سڀ آفيسون بند ڪيون ويون هيون.

شاه صاحب خلافتي ورڪر هو ۽ هڪ سال جيل ۾ تحريڪ خلافت وقت ڪاٽي آيو هو. هن وقت عربي تعليم ۾ مشغول هو ۽ تصوف ۾ گهڻو دخل ڏيندڙ هو. هر وقت سندس منهن تي جهنڊ پيل هوندي هئي. مطلب ته پورو صوفي باحق هو. اسان سنڌ سرڪار جو هن خون ناحق ڏانهن زبردست ڌيان ڇڪائيندي ڪيس عرض ٿا ڪريون ته جلد از جلد هن مظلوم جا خوني پيدا ڪري منصوبه ڪندڙ ۽ خونين کي سزاياب ڪيو وڃي. ٻيءَ صورت ۾ ائين سمجهڻ بيجاءِ نه ٿيندو ته سرڪار تمام نرمي اختيار ڪري رهي آهي." (هفتيوار المنار سکر - ڇنڇر 31 اگست 1940ع)

شهيد سيد جي ان ناحق خون خلاف سڄي سنڌ سراپا احتجاج بڻجي وئي ۽ ڪيترن ئي شاعرن ڪيس عقيدت جا گل پيش ڪيا. سچل سرمست جي شهر "درازا" جي هڪ يگاني شاعر مرحوم شاه محمد ملاح عرف شاهن فقير ان المناڪ واقعي کان متاثر ٿي شهيد جي حضور ۾ پنهنجي عقيدت جا گل اجهو هن ريت ارپيا آهن:

عبدالله شاه! شهدائي، فتاحي فياض سيد
تو رب جي ذات ريجهائي، فتاحي فياض سيد

١- پنج وقت سدا، اي عاشق سچا، ڪئي ڪان قضا، تو نماز خدا
مرحبا مرحبا سيد شهدا تو جنت جاگير بنائي
فتاحي فياض سيد تو رب جي ذات ريجهائي

۲- توکي صابر صبر، نکو فرق فخر، تنهنجو گهوٽ هي گهر آهي اڳڙا شهر
تنهنجو نظم نثر، تاثير اثر، چا شعر تنهنجو، چا پڙهائي.
فتاحي فياض سيد تو رب جي ذات ريجهائي
۳- هيو رب جو امر، تنهنجو عالي قدر، کري کوفين قهر، ماريو در دلبر،
دُر لعل گوهر، هئہ هئہ کو حشر، توکي ساري پئي، خلق خدائي.
فتاحي فياض سيد تو رب جي ذات ريجهائي
۴- تنهنجي طلب تمام، آهي من ۾ مدام، تون آل امام، تنهنجو شاهن غلام
صلواة سلام، پڙهي صبح شام آهي ورد وظيفو وائي
فتاحي فياض سيد تو رب جي ذات ريجهائي

نانا سائينءَ جي وفات وقت آءٌ اڍائي ٽن سالن جو مس هيس،
سو اهو ياد نہ اٿم تہ کهڙيءَ اياڳيءَ گهڙيءَ اها دل ڏاريندڙ خبر اچي
اسان جي ڳوٺ ٽُنيا بقا شاه تعلقي کنڊياري ۾ پهتي ۽ پوءِ کيئن ابي
۽ امڙ سان گڏجي وڃي. ناناٽي ڳوٺ پهتس ۽ اتي اها رات اکيلي گهر
۾ الائي کيئن کٽي، جتان جا سڀ گهر ڀاتي خبر ٻڌڻ سان خيرپور
هليا ويا هئا، جيکي پوءِ ٻئي ڏينهن جنازي سان گڏ وڃي وريا. باقي
ايترو سو اچ بہ ياد اٿم تہ صبح جو سوير جيئن ئي روج ۽ راڙي تي اک
کلي تہ وچ پڌر تي رکيل هڪ کٽ نظر آئي، جنهن تي کو شخص سفيد
چادر تاڻيون ڀاڻ تہ سانتيکو ستو پيو هو، باقي سندس چوڌير امڙ
سميت کيئي عورتون روئي رڙي رهيون هيون. مان هراس ۽ خوف وچان
ماڻ ۾ رهيس ۽ ان وقت اهو نہ سمجهي سگهيس تہ کٽ تي اهوئي
شخص ابدي آرامي آهي، جيکو مون کي پيءُ مثل پيار کندو هو ۽
جڏهن بہ کنهن ڳالهہ تي ناراض ٿي زمين تي ليٽڻ لڳندو هوس تہ
کنهن دڙکي ۽ ڇڙٻ ڏيڻ بجاءِ لکڻ کٽي اچي پٽ کي ونندو هو ۽
چوڻ لڳندو هو: ”اٺ نہ تہ تنهنجي دشمن کي اچ صفا ختم کري
ڇڏيندس.“ مان پنهنجي دشمن کي مرندو ڏسي ٽپ ڏئي اٿي پوندو
هوس. الا! الا!! منهنجي دشمن کي مارڻ وارو مورڳو پاڻ ئي پنهنجي
دشمن هٿان بچي کونہ سگهيو.
خير ان ڏينهن تہ منهنجيءَ دل کي نہ کو جهوبو آيو نہ وري کو

اک ئي ڳوڙهو ڳاڙيو. باقي ان واقعي اڳتي هلي منهنجي تحت الشعور تي اهڙو ڪو اثر ڇڏيو جو اڄ ڏينهن سوڌو جڏهن ٻه ڪتان ڪو رڳو ڪل جو آواز ڪنين پوندو آهي جيڪو پري کان رئڻ وانگر محسوس ٿيندو هجي ته منهنجي دل جي ڌڙڪڻ يڪدم تيز ٿي ويندي آهي. ايتري قدر جو ڇٽڪ سينو چيري ٻاهر نڪرڻ واري هجي. اهوئي سبب آهي جو منهنجي هميشه اهائي خواهش هوندي آهي ته ڪتئون ڪنهن دشمن جي گهرئون ٻه ڪڏهن ڪو رئڻ جو آواز ڪنين نه پئي ۽ هر هنڌئون رڳو ڪل ۽ خوشين جو پيو پڙلاءُ پهچي، جوئي منهنجي جهريل جيءَ جو جياپو آهي.

ڏڪوين اهڃاڻ، ڪلهي قاتو ڪنجرو،
وڃن گوندر گڏيون، لوڪ نه آڇن پاڻ،
سورن اسان ساڻ، نندي ئي نيهن ڪيو.

نانو سائين، عالم، اديب ۽ سماج سڌارڪ هئڻ سان گڏوگڏ سنو شاعر پڻ هو. شاعريءَ ۾ پنهنجو تخلص پهريائين "عبد" ۽ پوءِ مولوي عبدالغفور همايوني جي هدايت تي "عبد" بدران "شوق" استعمال ڪرڻ لڳو. خيرپور ۾ سروس دوران سندس ڪلام جا ٻه مجموعا ڇپجي چڪا هئا، جن مان هڪ جو نالو "اوچتو عشق" ۽ ٻئي جو "ديوانِ شوق" هو. هتي سندس "حج سفرنامو" جيڪو 1926ع ڌاري لکيل آهي ۽ اڄ ڏينهن تائين ڪٻٽن ۾ قابو هو، سو پهريون ڀيرو پڙهندڙن لاءِ پيش ڪجي ٿو. جنهن جي پڙهڻ سان حج بابت ڄاڻ ملڻ سان گڏوگڏ شهيد جي علمي ۽ ادبي حيثيت بابت پڻ چڱي ريت معلومات ملي وڃي ٿي.

شهيد عبدالله شاهه فتاحي پنهنجو حج سفرنامو ايترو سربستو سٺائو ۽ اهڙو ته پيرائتو پيش ڪيو آهي، جو پڙهندڙ ائين پيو پائيندو ڄڻڪ شهيد بادشاهه ڪيس پاڻ سان گڏ وٺيو پيو گهمائي. ايتري قدر جو راڻي پور کان ريل ۾ چڙهڻ کان وٺي ويندي سمنڊ جي سفر ۽ اتان جي سمورين زيارتن، حج جي سيني رسمن ادا ڪرڻ مهل پاڻ کان هڪ پل ٻه پري ڪونه ٿو ڪري. تنهن کان پوءِ ساڳئي رستي واپس آڻي پنهنجي

ڳوٺ اڳڙن ۾ ٿو رسائي، جتي ڪيس مسجد ۾ پهچائي، پوءِ وچي ٿو پاڻ
گهر پيڙو ٿئي. اهڙيءَ ريت پڙهندڙ کي گهرويٺي عربستان جو سير
ڪرائي وري آڻي سنڌ رسائي. خاص ڳالهه ته سفر دوران پاڻ جيڪي
ظاهري طور ڏسي ٿو، نه صرف اهوئي بيان ڪري ٿو، پر ان سان گڏوگڏ
جيڪي ڪجهه اندر ۾ محسوس ڪري ٿو، سو به دل کولي پڙهندڙن آڏو
پيش ڪري ٿو. جيئن مڪي معظم ۾ مقام "جنت المعليٰ" گهمندي
جڏهن پنهنجي پياري پيغمبر حضرت محمد صلي الله عليه وآله وسلم
جن جي پيارن عزيزن جي ڊٺل مقبرن تي نظر پويس ٿي ته ان وقت
سندس دل پرجيو اچي ٿي ۽ اهو دل ڏاريندڙ منظر پنهنجي قلم سان هن
ريت پيو چتي:

"اول ئي ام المؤمنين خديجة الڪبريٰ جي مقبره شريف جي
زيارت ڪئي سون. سائنڻ جي مٿان اڳي قبو نهيل هوندو هو سو نجفين
ڊهرائي ڇڏيو آهي ۽ سندس قبر کي به ڊهرائي ايترو تندو ڪري ڇڏيو
اٿن، جو نشان به ميسارجي وڃي رهيو آهي. اسان سندس سيرانديءَ
کان ويهي ختمو چئي اڳتي وڌياسون ته هڪ ڊٺل قبو نظر آيو ۽ قبر
بجاءِ هڪ مٽيءَ جو دڙو نظر آيو. معلوم ٿيو ته ان دڙي هيٺان مقبرو
هو، حضور صلي الله عليه وسلم جن جي والده مڪرمه جو. هيءَ حالت
ڏسي حيران ٿيس ته ايتري قدر سنگدلي هنن ڪيئن اختيار ڪئي آهي.
به بيا قبا به ڊاٺا اٿن، مگر تنهن هوندي به ايترو ڪيو اٿن جو قبرن جون
ڪريل سرون ۽ مٽي پاسي ڪري مقبري جي مٿان ۽ چوڌاري صفائي
ڪرائي ڇڏي اٿن ۽ حضور صلي الله عليه وسلم جن جي والده مڪرمه
جي مٿان دڙو رهڻ ڏنو اٿن ۽ زيارت ڪلي نه ڇڏي اٿن. جنهن مان گمان
ڪيم ته شايد انهيءَ ڪري ڪيو اٿن جو پاڻ ڪريم صلي الله عليه
وسلم جن کان سندن والده مڪرمه رضه اڳ فوت ٿي وئي هئي ۽ واقعي
ائين معلوم ٿيو ته اهو "روضو شريف" مٿئين سبب ڪري مسمار ڪيو
اٿن ۽ حضور جن جي وڏن جيئن ته حضرت عبدالمناف ۽ عبدالمطلب
جي روضن جي ساڳي حالت نظر آئي. هنن کي ايترو ته ويچار ڪرڻ کپي
ها ته هو حضور جن جا ڏاڏا سڳورا هئا. هنن کي اسلام جو شرف

جيڪڏهن ڪٿي نہ مليو تہ آخر هن کي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي ذاتن هجڻ جو شرف تہ ضرور نصيب هو."

شهيد بادشاہ پنهنجي سونهاري سفر جو سربستو احوال نهايت سچائي، صفائي ۽ بي باڪيءَ سان بيان ڪيو آهي. ايتري قدر جو رستي ۾ ڪٿي ڪا گڏهہ جي سواري ڪئي اٿس تہ ان کي لڪايو ڪونہ اٿس، پر پنهنجي مخصوص انداز ۾ ان واقعي جو تفصيل وڏي مزي سان اجهو هن ريت پيو بيان ڪري:

"ڪجهہ پنڌ ڪيم، طبيعت ۾ ذرا بي خوش هوس، تنهن ڪري ٿڪجي پيس ۽ رستي تان هڪ گڏهہ ٻن روپين ۾ ڀاڙي ڪيم، جنهن تي چڙهي هليس. مان تہ ڀلا ڳوٺ وارن ڪنيرن جي گڏهن جي سواريءَ تي هريل هوس، سو هت بہ مزو اچي ويو. ٻيا بہ ڪيترا حاجي منهنجي پر ۾ گڏهن تي سوار هئا. مون وارو گڏهہ ٻين حاجين جي گڏهن کان گرچہ ڏبرو هو تہ بہ تيز پر اهڙو هو جو ٻين حاجين جي گڏهن کي جو پنهنجي پير ۾ ڏنائين تہ وني جو تڪو هليو تہ ٿابڙجي بوٿ پر ڪري پيو، منهنجا پير زمين تي وجي ڪتا ۽ بتوفيق الله تعاليٰ اڳتي وجي بيهنس. خوش قسمتيءَ سان گڏهہ هلي ميدان نمبر ٥ ۾ ڪريو، جتي مون کي ازخود لهڻو هو."

حج سفر دوران ڪيترن ئي جڳهن تي سندس ملاقات هند ۽ سنڌ جي وڏن عالمن، اديبن ۽ خلافتي رهنمائن سان ٿي، جهڙوڪ سيد سليمان ندوي، مولانا شوڪت علي، مولانا محمد علي جوهر، مولانا محمد صادق کڏي وارو، مولانا تاج محمد (عليگ) سکر وارو ۽ ٻيا. پاڻ پنهنجي سفرنامي ۾ انهن اهم شخصيتن جا نہ صرف نالا ڄاڻايا اٿن پر انهن سان کيل ڪچهرين متعلق پڻ ڪافي ڪجهہ ڄاڻ ڏني اٿن. جيئن خلافت تحريڪ جي اڳواڻ مولانا محمد علي جوهر سان ٿيل ملاقات بابت اسان کي ٻڌائين ٿا تہ:

"مولانا مون کي خلافتي لباس ۾ ڏسي دل جو حال اورڻ لڳو، پهريائين نجدين جي شڪايت ڪيائين تہ ڪيئن "منا" ۾ هن اُنن تي چڙهي شيطانن کي پٿريون هيون ٿي، جنهن ڪري ويچارن پيادل حاجين

کي سخت تڪليف رسي ٿي. پوءِ نجدي حڪومت جي شڪايت ڪيائين ته هن جو ”حرم شريف“ ۾ خواه ٻاهر پورو انتظام نه آهي. پڇاڙي ۾ خود ”ابن سعود“ جي شڪايت ڪيائين ته هن واعدي خلافي ڪري قبا ته ڍهرائي ڇڏيا. سندس اظهار هو ته ”مون کي ملڪ نجد آهي. باقي حرمين شريف تي انهيءَ ڪري ٿو قبضو ڪريان جو ظالمن جي چنبي کان آزاد ڪريان ۽ حجاز جي حڪومت دنيا جي عيوضين حوالي ڪري ڇڏيان.“ اسان کي هن ۾ خلفاءِ راشدين واري زماني جي اميد هئي پر هو ان جي لائق نه ٿيو. ائين چئي روئي ڏنائين ۽ مون کي به اکين ۾ پاڻي آيو. ٻيا به ڪيترا جيڪي ان وقت اتي موجود ٿيا هئا اهي به ڳوڙها ڳاڙڻ لڳا.“

اهڙيءَ ريت هن مجاهد سيد کي جي ڪٿي نجدي عالم پئي منهن پيو آهي ته ان کي به ائين خالي ڪونه ڇڏيو اٿس ۽ ساڻس بحث ڪري ان جو اندر اوتيو اٿس. جيئن اتي ”مڪي معظم“ ۾ هڪ وهابي عقائد جي نجدي عالم کي شرڪ ۽ بدعت خلاف تبليغ ڪندي ڏسي ٿو ته وڏي وڃي ڪيس پاسو ڏئي ٿو ۽ پوءِ ان نجدي عالم ۽ سنڌي عالم جي وچ ۾ جيڪو ڪجهه وهيو واپريو، سو خود سندن ئي زباني ٻڌو:

تاريخ 20 ذوالحج سنه 1345ه رات خميس جي نماز عشا بعد ”ڪعبة الله شريف“ جو طواف ڪري ۽ نفل مقام ابراهيم ۾ پڙهي ٻاهر نڪتس ته هڪ نجدي بلڪ غط غط قوم جو عالم ڏٺم جو مقام ابراهيم جي اتر طرف ويٺو هو ۽ سندس چوڌاري به ٽي عرب ويٺا هئا. جن کي شرڪ ۽ بدعت جي باري ۾ تبليغ ٿي ڪيائين. مان به پاسو وٺي وڃي ويهي رهيس ۽ ارادو ڪيم ته هن جو عقيدو جاچي ڏسان ته کهڙي اعتقاد وارو آهي. پڇيومانس ته ”قبرن جي بقا جو شرعي اندازو ڪيترو آهي؟“ چيائين ته: ”گران يا ٻه، نهايت هٿ“ پڇيومانس ته: ”پلا انهيءَ انداز کان زياده قبرون ڊاهي ڇڏڻ درست آهي؟“ چيائين ته ”هائو بلڪل درست آهي.“ پڇيومانس: ”قبرون ڊاهيندي قبرن جي مٿان سرون ڪرنديون ۽ قوڙ ڪرندا، بي ادبي نه ٿيندي؟“ هن سوال جو جواب تڪڙو ڏنائين جو مطلب پورو سمجهي ڪونه سگهيس. شايد

چيائين ته: "جڏهن ميت کي اندر لحد ۾ تازو داخل ڪبو آهي ۽ لحد
بند ڪري مٿان مٽيءَ جا مڻ ڪيرائبا آهن، تڏهن ميت جي بي ادبي ڪانه
ٿي ٿئي؟" پوءِ پڇيومانس ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جي روضي
کي به عام قبر وانگر شهيد ڪرڻ درست آهي ڇا؟ چيائين ته: "رسول
الله صلي الله عليه وسلم جي روضي کي ڊاهڻ هرگز جائز نه آهي. اهو
وڏي ۾ وڏو گناهه آهي. باقي رسول الله صلي الله عليه وسلم جي
مقبري خواه پڃري کي هٿ لائڻ يا چمي ڏيڻ ناجائز آهي." وري ڪنهن
قبر جي زيارت لاءِ سفر ڪري وڃڻ جو مسئلو پڇيومانس. چيائين ته،
"فقط زيارت لاءِ سفر ڪري وڃڻ ناجائز آهي. باقي ٽن مسجدن، مسجد
ڪعبة الله شريف، مسجد بيت المقدس ۽ مسجد پنهنجي نبي صلي الله
عليه وسلم جي سفر ڪري زيارت ڪرڻ درست آهي. اهڙيءَ طرح رسول
الله صلي الله عليه وسلم جن جي زيارت به تڏهن جائز ٿيندي جڏهن اول
سندس مسجد جي زيارت ڪبي. پوءِ ڪيس هڪ حديث يعني جنهن
منهنجي قبر جي زيارت ڪئي ته پوءِ ان لاءِ منهنجي شفاعت واجب
آهي." ٻڌائي وئي. پر ان حديث شريف کي ضعيف بيان ڪيائين. محمد
بن عبدالوهاب جي تعريف ڪيائين جنهن مان ثابت ٿيو ته برابر هن جا
وهابي عقيدا آهن ۽ سمجهي ويس ته وهابي ڪهڙي چيز آهي."

سفرنامي پڙهڻ مان پتو پوي ٿو ته هن فتاحي سيد کي سفر
دوران جتي ۽ جنهن وقت تاريخي ماڳ ۽ مڪان منهن پوي ٿو ته پاڻ
ڪوشش ڪري نالي سان گڏوگڏ ان جو پس منظر ۽ مختصر تعارف ڏيڻ
پڻ ڪونه ٿو وساري. جيئن پاڻ جڏهن بير عثمان (حضرت عثمان جو
کوه) وٽ رسي ٿو ته ان بابت اجهو هيئن پيو ٿو معلومات فراهم ڪري:
"**بير عثمان جي زيارت:** هيءَ کوه جي زيارت آهي. يهودي مسلمان کي
تعصب ۽ دشمني سببان پاڻي ڀرڻ ڪونه ڏيندا هئا. ان ڪري حضور
صلي الله عليه وسلم جن اصحابن آڏو هڪ ڏينهن اظهار فرمايو ته
جيڪو مؤمن هن کوهه کي ڪافرن کان خريد ڪري، مسلمانن جي
آسائش ۽ آرام لاءِ وقف ڪندو ته آءٌ ان کي بهشتي هجڻ جي بشارت
(خوشبخري) ڏيندس. جنهن تي حضرت عثمان غني رضہ اهو کوه

هڪدم ڪافرن کان خريد ڪري پنهنجي قوم اسلام لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هو. تنهن ڪري اڄ تائين کوه جي نسبت انهيءَ کوه ڏي ڏني وڃي ٿي.“

اهڙيءَ ريت پاڻ جڏهن مسجد قبلتين پهچي ٿو ته ان بابت هن ريت پيو ڄاڻ ڏئي:

”هن مسجد ۾ ٻه محراب آهن. هڪ محراب جو رخ بيت المقدس ڏي ۽ ٻئي جو بيت الله شريف ڏي آهي. اهو انهيءَ ڪري جو اول زماني ۾ حضور جن بيت المقدس ڏي منهن ڪري نماز پڙهندا هئا. پوءِ انهيءَ مسجد ۾ ڪين ڪعبة الله کي قبلي بنائڻ جو حڪم آيو. تنهن ڪري يادگار لاءِ اهو محراب بيت المقدس وارو اڃا سوڌو ڇڏيو ويو آهي. حالانڪ انهيءَ محراب ۾ نماز حرام آهي.“

سنڌ جي هن عالم سيد جي حج سفرنامي تي جڏهن سراسري طور نظر ڦيرائجي ٿي ته چٽيءَ ريت اها ڄاڻ پئي ٿي ته لائق مصنف هڪ سچي محب وطن وانگر پلاريءَ پوڻ تي رسڻ کان پوءِ به پنهنجي وطن، وطن وارن ۽ انهن جي ريتن رسمن کي هڪ پل لاءِ به ڪونه وساريو آهي. مثال طور پاڻ جڏهن مدينه منوره ۾ داخل ٿو ٿئي ۽ سندس نظر ٻه اوچتو ڪجهيو وڃيو حضور پرنور ﷺ جي روضي تي پئي ٿي ته انهيءَ گهڙيءَ جا سندس ڪيفيت ٿئي ٿي، ان جو اظهار اجهو هن ريت پيو ڪري:

”ٿورو وڌيا سون ته سامهون حضور اقدس صلي الله عليه وآله وسلم جي روضي جو گنبذ خضريٰ تي نظر پئي ته بي اختيار سنڌي رواج موجب واتئون بسم الله الرحمٰن الرحيم نڪري وئي. پوءِ گهڻي تائين درود شريف جاري هو.“

اهڙيءَ ريت جڏهن اتي جي بدوين ۾ آيل تبديليءَ کي ڏسي ٿو جيڪي ٿوري ڪوشش سان قورن مان ڦري وڏا واپاري ۽ محنتي ماڻهو بڻجي پيا ته اتي ڪيس پنهنجي سنڌ ۽ سنڌ واسين جي بدحالي ۽ بيڪسي ياد اچيو وڃي ۽ انهن جي هيٺن حالن تي افسوس جا ڳوڙها ڳاڙيندي حسرت ۽ ارمان ڀريئي لهجي ۾ لکي ٿو:

”ڪنهن وقت هن منزل جي آس پاس وارا بدوي معلوم ٿيو ته

مشهور ڦورو هئا ۽ هن وقت اهي وڏا واپاري ٿي ويا آهن. ٿوري وقت ۾ ايڏو تغير، ٿوري وقت ۾ ايڏي تبديلي. الله اڪبر. مگر افسوس ته مون کي پنهنجي سنڌ جي مسلمانن تي آهي ته هو بيڪاريءَ کي گهڻو پسند ڪندا آهن ۽ نوڪريءَ کي ٻين سيني ڌنڌن کان افضل ڄاڻندا آهن. (ڌنو وڃي ته مني صدي گذري وڃڻ بعد اڄ به پنهنجا اهي ئي ساڳيا حال آهن) حالانڪ هرهڪ کي خبر آهي ته "نيچ نوڪري پنڻ بيڪار، اتم کيتي وڌندڙ واپار" ۽ اکين سان واڻين کي ڏسي رهيا آهن ته هو واپار کي ٻارين ٻچين وني ويا آهن ته دنيا ۾ ڪيتري قدر ترقي ڪري چڪا آهن. اهڙيءَ طرح عربستان ۾ شهرن جا مسلمان ته اڪثر واپاري آهن ته آسودا به آهن. هاڻي ته بدوي به واپار کي وني ويا آهن ته هو به آسودا ٿي رهيا آهن. هي واپار جو ڌنڌو اسان مسلمانن جو ورثو آهي، سو اسان کي ئي ڪرڻ گهرجي. نوڪري غلامي آهي سو اهڙو ڌنڌو ڀلي ته غيرمسلمان لاءِ ئي وقف ڪري ڇڏجي. انشاءالله تعاليٰ."



نانا سائين شهيد عبدالله فتاحيءَ پنهنجو هي سفرنامو اڄ کان تقريباً ستر سال اڳ 1926ع ۾ لکيو هو، جڏهن سنڌ ملڪ سميت ساري هندستان تي گورن جو راڄ هو. سو ان وقت قوم پرست طبقي پاران انگريزن وٽ نوڪري حاصل ڪرڻ واري عمل کي غلاميءَ جي ٻگت برابر سمجهيو ويندو هو، ڇاڪاڻ ته ملازم طبقي جون وفاداريون ۽ همدرديون پنهنجي قوم جي بجاءِ حڪمران طبقي طرف تبديل ٿي وينديون هيون، جيئن ان وقت ترڪن ۽ عربن خلاف جنگ ۾ هندستان جا مسلمان سپاهي پنهنجي انگريز آقا جي اشارن تي ڪعبة الله شريف تي گولين هلائڻ کان به ڪونه ڱُتا هئا. اهوئي سبب آهي جو سنڌ جا محب وطن مسلمان ڪوشش ڪري پنهنجي قوم کي انگريز سرڪار جي نوڪريءَ کان پري رکندا آيا.

انگريز سرڪار خلاف هلايل تحريڪ جي نتيجي ۾ آخر 1947ع ۾ گورن حڪمرانن هتان برصغير مان پنهنجا بسترا گول ڪيا، ان متعلق پير علي محمد راشدي مرحوم پنهنجي مشهور ڪتاب "اهي ڏينهن اهي شينهن" ۾ عرض حال جي ابتدا ۾ ڪهڙو نه سهڻو لکيو آهي:

"عيسوي ويهين صديءَ جو پهريون اڌ خاصي گوڙ گهمسان ۽ ڦيرڦار جو زمانو ٿي گذريو آهي. ان زماني ۾ ٻه عالمگير جنگيون لڳيون. بادشاهيون ۾ ٽاڪوڙا پيا، ڊڪٽيٽر اڀريا ۽ ٽنگيا. ايٽم بم ڦاٽا. هند ۽ سنڌ مان فيل مست فرنگي موڪلائي ويو. هند کي سوراج ۽ سنڌ کي پاڪستان جڙيو."

هيءَ حقيقت آهي ته نئين صورت حال ۾ اسان جي سياسي اڳواڻن سنڌ جي سورن ۾ ڪا ڪمي نه ڪانه آندي، پر ويتر ان جي ڏکن ڏوجهرن ۾ وڌيڪ واڌارو ڪيو. پر اڃان ٻه ويل ڪانه وئي آهي ۽ جي اڄ ٻه سنڌ واسي ننڊوري ننڊ ڇڏي بيدار ٿي پون ته هوند وڃايل منزل وري ٻه ماڻي سگهن ٿا. پر اهو سڀ ڪجهه هٿ پير هڻڻ سان ۽ نڪي ڪنهن از غيبي امداد جي آسري هٿ تي هٿ رکي ويهڻ سان، جنهن لاءِ ارشاد رباني ٻه اهوئي آهي ته: "تحقيق الله تعاليٰ نٿو بدلائي ڪنهن قوم جي حالت جيستر اها پنهنجي حالت پاڻ بدلائڻ لاءِ ڪوشش نٿي وني." تڏهن ته پنهنجي قومي شاعر حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ ٻه اڍائي سو سال اڳ اهو پيغام ڇڏي ويو آهي ته:

ڏکي تو ڏڪار، توٽي وسن مينهڙا،
صاحب هَٿِ سُڪار، تو وس آهن هٿڙا

# حج سفرنامو

اعوذ بالله من الشيطان الرجيم

بسم الله الرحمٰن الرحيم

الحمدلله رب العالمين والصلواة والسلام علي سيد المرسلين وشفيع المذنبين وآله والطاهرين و اصحابه الافضلين اجمعين.

اما بعد! برادران اسلام کي روشن هجي ته گهڻي وقت کان وٽي پنهنجي ڳوٺ اڳڙن جو هڪ معتقد مؤمن المسلمين علي فقير مون کي حاجي الحرمين جي لقب سان سڏيندو ايندو هو. تنهن کان سواءِ سن١٣٤٤هه کان وٺي مون اڪثر ڏٺو جو ماڻهو مون کي عام طرح حاجي ڪري پڪاريندا هئا. ڪي پريٺ چوندا هئا ته عبدالله شاهه حج تي تيار آهي. ڪي روبرو چوندا هئا ته جڏهن تون حج تي هلين ته اسان به توسان گڏ هلنداسون. مان ڪين جواب ۾ چوندو هوس ته انشاءالله تعاليٰ گڏجي هلنداسون. پنهنجي رياست فيضگنج تعلقي ڪڙوندي ۾ پنهنجي زمين گهڻي آهي، اها گهمڻ ويس. حاجي محمد عارف شر بلوچ پنهنجي هارن جو مجيري آهي، تنهن چيو ته هن سال ته هت اوهان وٽ قاتل آهيان، باقي آئنده سال تيار ٿيو ته گڏجي حج تي هلؤن. مان اوهان جي خدمت خدا ڪارڻ ڪندو هلندس.

منهنجو راڻيپور گهڻو اچڻ وڃڻ ٿيندو آهي. بازار ۾ جڏهن به ويندو هوس تڏهن پريل ميمڻ بزازي چوندو هو ته شاه سنبر ته حج تي هلؤن، مان ڏيڍ سال کان قرآن شريف ياد ڪرڻ شروع ڪيو هو ۽ دل ۾ اهو ٺهراءُ ڪيو هوم ته هر سال ۾ هڪ سيپارو بامعنيٰ چڱي طرح ياد ڪندو ويندس، تانجو ٽيهن ورهن بعد حج تي ويندس ۽ اهڙي زماني ۾ ويندس جو قرآن شريف سمورو ياد هوندو، جنهن ڪري مدينه منوره نبوي مسجد ۾ رمضان شريف جي موقعه تي ختمو ڪلام الله جو ٻڌائيندس ۽ باقي حياتي جا ڏينهن پيغمبر پاڪ جي پاڙي ۾ گذاريندس، مگر ماڻهن ۾ اها وائي هجي ته عبدالله شاهه حج تي ٿو وڃي.

ٻه ٽي مهينا ٿيا ريل ۾ چڙهيل هوس، پنجاب جي طرف جا ماڻهو گهڻا مسلمان ويٺل هوا، جن مون کي حاجي سمجهي حال ڪرڻ

لڳا. پر هو پاڻ حج تي وڃڻ لاءِ تيار ٿي آيا هوا. ڪراچي وڃي رهيا هوا مان ته صبر ۾ رهيس نڪي پاڻ ڪي حاجي بيان ڪيم، نڪي غير حاجي. چوجو حج جو ته ارادو ئي ڪونه هو ۽ وري الله جي رحمت ۾ اميدوار به هوس، هن سال حج تي وڃڻ جو عام ۽ خاص جو رخ ڏٺم. گمبٽ ۾ حاجي بخشڻ ميمڻ جي گهر ۾ مهمان هوس، اتي حاجي عبيدالله عرف حاجي بچل کهڙن وارو به مهمان هو، هنن هن سال حج تي هلڻ جي گفتگو ڪئي. مون ڪين چيو ته ترسو ته آئنده سال گڏجي هلنداسون. خير هنن جون به سڏون ۽ منهنجي به اجائي اميد ارادو سچو ڪنهن ڪي به نه هو، پوءِ سنت لاڙڪاڻه وڃڻ ٿيو، جتي پير الٰهي بخش پنهنجي آفيس خلافت ۾ مون کان پڇيو ته خادم الحجاج ٿي حج تي ويندين، منهنجو رضامندو ڏسي بيان ڪيائين ته”ترنر ماريس ڪمپني پنهنجي هرهڪ جهاز ۾ صدر خلافت صوبه سنڌ کي سيڪنڊ ڪلاس ٽڪيٽ مفت ڏيڻ جو انجام ڪيو آهي، سو جيڪو به جمعية خلافت جو ميمبر جمعية صوبه سنڌ جي طرفان خادم الحجاج چونڊ جي ويندو، اهو حاجين جي خدمت به ڪندو ويندو ۽ حج به پڙهي ايندو“، مون ته اهو ڪم هم خرما وهم ثواب وارو مثال سمجهيو. چاڪاڻ جو حج به ۽ حاجين سڳورن جي خدمت به ۽ هي لطف جو جهاز جي ٽڪيٽ مفت به پير صاحب منهنجي رائي تي صدر ممدوح سان لکپڙهه ڪئي، مان پنهنجي ڳوٺ ويس ۽ ٻه هفتا ڪن جواب جو انتظار ڪيم، مگر پتو ڪونه پيو، جنهن ڪري حال ته ارادو لاهي ڇڏيم.

ٻن ٽن ڏينهن بعد پنهنجي مشهور ڳوٺ درازن واري ۾ ويس. اتي پنهنجي خليفه ڳالهه ڪئي ته ڪالهه گمبٽ ۾ اخبار ٻي پڙهيائون، جنهن ۾ اوهان جو به نالو ورتائون ٿي. هڪدم بگي ۾ چڙهي اخبار جاچڻ ويس. اخبار ملي وئي جنهن ۾ صدر صاحب جي طرفان نوٽيس هو ته عبدالله شاه ڪراچي هڪدم اچي جو تاريخ ٻي مئي جي همايون جهاز چڙندو. حالانڪ اهو ڏينهن ته ٽيهين ٣٠ اپريل هو. جنهن ڪري اهڙي تنگ وقت ۾ تياري ڪرڻ مشڪل سمجهيم، سو تار ڪيم ته مون کي تنگ وقت ۾ اخبار پهتي آهي، تنهن ڪري مون کي ڪنهن ٻئي جهاز ۾ موڪلڻ جو بندوبست ڪيو وڃي. حاجي عبيدالله کهڙن وارو ۽ حاجي امير بخش جتئل جي ڊنڊ وارو ٻڌي مون کان درازن مان موڪلائڻ

آيا، بلڪ حاجي امير بخش تہ مون سان حج تي رفيق ٿي هلڻ جي استدعا بہ ڏيڪاري، حقيقت معلوم ڪرڻ بعد چيائين تہ اوهان ڪي ٻئي جهاز ۾ موڪلن تہ مون ڪي ضرور خبر ڪجو تہ مان بہ انشاءَالله تعاليٰ هلندس. ٻئي ڏينهن تار جو جواب نااميدي جو آيو ۽ اهو اطلاع حاجي امير بخش ڪي موڪليو ويو.

ٿورن ڏينهن بعد گمبٽ ۾ قادر بخش شيخ ۽ ٻين دوستن جون شاديون هيون جتي تبليغ اسلام لاءِ مولانا محمد هاشم صاحب بہ آيو هو ۽ مان بہ اتي موجود هوس. مولوي صاحب مون ڪي ٻڌايو تہ الوحيد جي پنجين تاريخ جي پرچي ۾ اوهان ڪي وري حج تي وڃڻ جو موقعو ڏنو ويو آهي ۽ اخبار ڏيڪاريائين، جنهن ۾ لکيل هو تہ عبدالله شاهہ جو حق قائم رکيو ويو آهي، هن ڪان پوءِ ڳوٺ وڃي هڪدم تياري ڪرڻ لڳس. اگرچہ اخبار جي ٻئي پرچي ۾ وري منع بہ ڪري موڪليائون تہ بالفعل نہ اچي. سڌن مان سابها ٿي وئي. ماڻهن جي وائي سڻائي ٿي وئي جو پنهنجي والده ماجده ڪان حج تي وڃڻ جي اجازت گهريم، جو خوشي سان منظور ڪيائون ۽ گهربار جو انتظام ڪيم.

تاريخ ٩ ذوالقعد سن ١٣٤٤هہ رات چنڇر جي ڳوٺ وارن دوستن ۽ عزيزن ڪان موڪلائي ڇڏيم ۽ اسُر مهل پنهنجي اٺ تي مڏي سوڏو سوار ٿي ڏرازين صبح جو پهچي ويس. حاجي امير بخش بہ اتي ئي اڳ اچي نڪتو هو. ڪيس چيم تہ مان هن گاڏي ۾ راڻيپور جي اسٽيشن ڪان روانو ٿي وڃان ٿو. اوهان ڪي جيڪڏهن هلڻو آهي تہ سياڻي انهيءَ ئي گاڏي ۾ گمبٽ جي اسٽيشن ڪان جا اوهان ڪي سڻائي آهي، اچي چڙهندو تہ ساڳي ئي ڏينهن شام جو انشاءَ الله تعاليٰ ڪراچي پهچي ويندؤ، جتي پوءِ گڏباسين. مان انهيءَ مهل وڃي گاڏي ۾ سوار ٿيس، رستي ۾ مٽيون حاجي محمد عارف اسٽيشن پرين واري وٽ مون ڪي خيرباد چوڻ آيو هو. پر ساڻس ملاقي ٿي نہ سگهيس. باقي پري ڪان چار چشمي سو پاڻ ۾ ٿياسون. تاريخ ١٠ ذوالقعد رات آچر جي ساڍين ڏهين بجي ڌاري ڪراچي ۾ پهتس. انهيءَ ئي مهل قاضي عبدالرحمن ناظم خلافت صوبہ سنڌ سان مليس. جنهن چيو تہ

اچي نڪتا آهيو ته مڙئي چڱي ٿي پوندي. سيڪنڊ ڪلاس جي ٽڪيٽ
ته هينئر مشڪل ملي سگهندي، باقي ڊيڪ جي اميد ته ملي سگهندي.
هن پوئين جهاز خسروءَ جي سيڪنڊ ڪلاس ٽڪيٽ مولوي غلام رسول
صاحب پرين واري کي ڏياري اٿئون، چاڪاڻ جو هوبه اسان جي لکڻ تي
آيو آهي تنهن کان سواءِ هو اوهان کان اڳ آيو آهي. مون آخر چيو ته
مون کي ڊيڪ جي ٽڪيٽ ملي ته به چڱو.

رات جو الوحيد پريس ۾ ٽيپڙ به رکيم ۽ ٽڪي به پيم. صبح
جو صدر ويم ۽ مير نصير خان پنهنجي پراڻي ڪرم فرما سان سندس
مامي مير ايوب خان جي بنگلہ تي وڃي ملاقات ڪيم. پوءِ حاجي
ڪئمپ ۾ گهمڻ ۽ ٽڪيٽ جا نرخ جانچڻ ويس جو نرخ ڦرندڙ گهرندڙ
معلوم ٿيا ۽ مختلف ملڪن جي حاجين جي زيارت ڪري واپس ٿيس.

24 مئي 1926ع

تاريخ ١١ ذوالقعد ١٣٤٤ھ رات سومر جي نصير خان وٽ هوس، صبح جو
حاجي امير بخش حاجي ڪئمپ ۾ ملي ويو ۽ چيائين ته مان ڪالهہ ئي
صبح جو هت اچي ويو آهيان پوءِ ته بالفعل هو پنهنجي منهن ٽڪڻ لڳو
۽ مان پنهنجي منهن.

25 مئي 1926ع

تاريخ ١٢ ذوالقعد ١٣٤٤ھ ڏينهن اڱاري جي صبح جو جيئن حاجي
ڪئمپ ۾ دستور موجب گهمڻ آيس ته ڏٺم جو حاجي امير بخش سان
گڏ منهنجا به دوست حاجي عبيدالله ۽ حاجي بخشڻ جن جو مٿي ذڪر
آيو آهي، بئي وينا آهن. ڪين ڏسي ڪمال خوشي حاصل ٿي ۽ بيحد
خوش ٿيس. جڏهن احوال ڪيائون ته اسان جي قسمت به حج تي ٿي
آهي، پوءِ ته هنن جي واسطي سندن استدعا تي جهاز خسروءَ جي هڪ
طرفي ٽڪيٽ وٺڻ جي بندوبست لاءِ ٽڪيٽ آفيس ڏي ويس. ٽڪيٽ جي
بازار تمام گرم هئي، چاڪاڻ ته خسروءَ جي مقابلي ۾ بيا به ٻه جهاز
حاجين جا وجٽا هئا. خسروءَ جي دو طرفي ٽڪيٽ (١٣٠) رپيا ملي
ٿي ۽ هڪ طرفي (٦٠) روپيہ ۾. حالانڪ هڪ ڏينهن اڳ انهيءَ جهاز
جي دو طرفي ٽڪيٽ (١٠٠) ربيہ ۾ هئي جو حاجي امير بخش بروقت
پنهنجي لاءِ وٺي ڇڏي هئي ۽ هڪ طرفي (٤٠) ربيہ ۾ ٿي ملي. تنهن
ڪري ڪجهہ وقت صبر ڪيوسين ته من اگهہ گهٽجي، مگر حاجي
عبيدالله وارن دورانديشي ڪري ٽڪيٽون هڪ طرفيون سٺ سٺ رپين ۾

خريد ڪري ڇڏيون. منهنجي ٽڪيٽ جو بہ آخر بندوبست ٿي ويو ۽ ڪمپني ۲۵ روپيہ مون ڪان ڪامران واري ڪارينٽن جا وصول ڪيا. ٽڪيٽن جي ڪم لهڻ بعد شهر مان سفر جهاز لاءِ سيڏو خواه حج لاءِ احرام جا ڪپڙا ۽ ٻيو اسباب خريد ڪيوسين ۽ بمبئي ڪان بمبئي جي طرف جا حاجي آٽينڊڙ خسروءَ جهاز جي اچڻ جي انتظار ۾ رهياسين. شتري ڪمپني جو جهاز سلطانيہ ۽ نمازي ڪمپني جو جهاز ارمنستان تہ بمبئي جو حجاج ڪٺي اڳ ۾ اچي ويا ۽ پويان جلد ئي پنهنجو جهاز بہ اچي نڪتو.

۱۳۴۴ھ

29 مئي 1926ع

تاريخ ۱٦ ڏينهن ڇنڇر جي ٽپهري مهل سلطانيہ جهاز پنهنجا حاجي ڪٺي روانو ٿي ويو. ٻئي ڏينهن تي ارمنستان ۽ خسروءَ جي ڇٽڻ جو پڻ اعلان ٿيو. تنهن ڪري صبح جو سوير ٻنهي جهازن جا حجاج پنهنجي پنهنجي اسباب سميت بندر ڪياماڙيءَ تي اچي نڪتا. حاجين کان سواءِ ٻيا ماڻهو بہ ڪيترائي ڪي رونشي ڪوڏيا ڪي هانجي هنيان ۽ ڪي حاجين جا عزيز ڪي دوست سون جي انداز ۾ اچي گڏ ٿيا هوا. منهنجو بہ هڪ پراڻو دوست محمد قاسم نالي ڪراچي جو رهاڪو آيو هو ۽ ماني وغيره پڻ تيار ڪرائي ڪٺي آيو هو. منجهند تائين سرڪاري مزورن ٻنهي جهازن جي حجاج جو اسباب جهازن ۾ چاڙهي ڇڏيو ۽ سرڪاري ڊاڪٽرن ارمنستان جي حاجين جو ڪارنيٽن يعني چڪاس وغيره جو ڪم لاٿو ۽ منجهند کان پوءِ خسروءَ جي حاجين جو ڪارينٽن ٿيو. ارمنستان جا حاجي اسان کان اڳ ۾ پنهنجي جهاز تي چڙهي ويا هوا. سنڌن جهاز ٽپهري مهل روانہ ٿي ويو. پوءِ اسان خسروءَ وارا بہ سيئي پنهنجي جهاز تي سوار ٿياسين ۽ پنهنجون پنهنجون جايون وڃي والاريون سون. اسان کي جاءِ جهاز جي مٿئين فرش تي ملي وئي. ان وقت حيدرآباد شهر جو نالي نبي بخش لاشاري بہ اسان سان اچي گڏيو ۽ اسان ڪيس پنهجي رفيقن جي لسٽ ۾ داخل ڪري ڇڏيو. اڳي چار رفيق هواسون هينئر پنج ٿياسون.

جهاز جي ڇٽڻ مهل حجاج جي عزيزن دوستن ۽ ناظرين الله اڪبر جا نعرا بطور موڪلاڻي جي ڏاڍا زور شور سان بلند ڪيا ۽ هيڏانهن حاجين بہ هيان ڦاڙي نعرا هنيان. تانجو جهاز ڪوڪ ڪري

بندر ڇڏي هليو. پوءِ بہ جيستائين جهاز ۾ ناظرين هڪ ٻئي کان غائب ٿيا تيستائين نعرن جي تنوار ۾ سلامن لاءِ هٿن جا اشارا يڪا جاري هوا پوءِ تہ نماز مغرب ۾ عشا جي پڙهي سمهي رهياسين. صبح جو اٿي نماز پڙهي سون تہ مٿو ڦرڻ لڳو، ڇوجو سمنڊ جي لهرن ۾ ويرن تي جهاز کي ڏاڍو لوڏو هو، تنهن ڪري پنجئي ڄڻا ليٽي رهياسون، جو اٿڻ جي طاقت کان پيا پانيون. تنهن هوندي بہ حاجي عبيداللهؒ حاجي بخشڻ وارا اسان ۾ سجاڳ هوا، ڇوجو هنن بہ ٽي حج اڳي بہ ڪيا هئا ۽ جهاز جي لوڏن جا هيرڪا هوا. باقي اسان ٽي ڄڻا ٽن ڏينهن تائين تہ اونڌي ڪنڌ پيا هواسون ۾ مون تہ انهيءَ وچ ۾ بہ ٽي دفعہ قي بہ ڪئي هئي. قي ڪرڻ وقت ڏاڍو مايوس ٿيو هوس. پر جڏهن قي جي فضيلت مولوي عبدالرزاق صاحب بوبڪن واري جو پڻ انهيءَ جهاز ۾ هو، بيان ڪئي تہ حضور صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي تہ ”ڪڏهن ڪو مؤمن حج جي نيت سان سمنڊ جو سفر ڪري ٿو ۾ راه ۾ فقط هڪ دفعہ قي ڪري ٿو تہ الله تعاليٰ انهيءَ کي هڪ شهيد جيترو ثواب ڏئي ٿو، جيڪڏهن بہ دفعہ تہ ٻن شهيدن جيترو ۾ ٽي دفعہ تہ ٽن شهيدن جيترو.“ وعليٰ هذ القياس فصاعدا. تڏهن مسرور ۾ مشڪور ٿيس. ٽن ڏينهن بعد مٿو جاءِ آيو ۾ ٿئي جهاز جي لوڏن تي نهي وياسون، مگر مون کي تہ وري بخار بہ حملو ڪري وڌو جو آخر ٻن ڏينهن بعد لهي ويو، مان پنهنجو علاج پاڻ بي ڪيو ۾ دوائون ڳوڻان مون آنديون هيون، مان خادم الحجاج بہ حقيقت ۾ هوس، مگر بي مزگي سبب ايهي ڏينهن ڪجهہ نہ ڪري سگهيس ۾ تندرست ٿيڻ بعد سمورو وقت حاجين سڳورن جي خدمت حتي المقدور ڪندو رهيس، ڪو بيمار ٿي ٿيو تہ ان جو علاج في سبيل الله ٿي ڪيم. ڪنهن کي جاءِ نٿي هُئي تہ ان کي منٿون ڪري جاءِ وني ٿي ڏنم، ڪي اتفاق سان پاڻ ۾ وڙهيا ٿي تہ انهن جو صلح ٿي ڪرايم. ٢٢ ذوالقعد ١٣٤٤ھ

تاريخ ٢٣ ڏينهن ڇنڇر جي منجهند ڌاري اسان جو جهاز سلطانيہ کي بہ اچي پهتو. جو هڪ ڏينهن اڳي ڇٽي هليو هو. بلڪ اهائي مهل جو ڪيس پنتي ڇڏي هليو. ارمنستان کي تہ پهرين ڏينهن ڇڏيو هوائين. جهاز ۾ منهنجي وندر ڪجهہ سفرنامو لکڻ ۾ ڪجهہ

٥ جون ١٩٢٦ع

حاجين کي مناسڪ حج جا سمجهائڻ ۽ ڪتاب پڙهڻ هئي ۽ ڪجهہ ونڊر رفيقن جي خوش طبيعت يعني ميان بچل شاه زميندار اٽڙپور ۽ مولوي محمد موسيٰ صاحب بکري واري ۽ مولوي نبي بخش حيدرآباد جي صحبت ۽ هم نشيني هئي. تاريخ ٢۴ ڏينهن آچر جي ٢ بجي ڏاري جهاز خير سان عمران بندر وٽ اچي لنگر انداز ٿيو ۽ ڪوڪ ڪيائين ۽ بنا دير سرڪاري ٻيڙا حجاج کي ڪارنيٽن لاءِ بندر تي وٺي وڃڻ واسطي اچڻ لڳا. انهيءَ مهل ٻئي پاسي کان ڪيترائي ننڍڙا ٻتيلا اچي نڪتا هوا جن ۾ بدوي جوان ۽ ننڍا ڇوڪرا ڇڙهيل هوا. جهاز جي ڀرسان اچي اهي بدوي ٻتيلن تان لهي پاڻي ۾ پيا. حاجين کي جي اڪثر ٻاهر نڪري جهاز جي ڪنڌي وٽ اچي پري کان بندر ڏسڻ بينا هوا. چوڻ لڳا ته: ”او ميان! پاني ۾ پئسہ پهينڪو“ جنهن تي اسان خواه ٻين ڪيترن پئسا اڇلايا. پئسن جو پاڻي ۾ داخل ٿيڻ ۽ ڇوڪرن جو يڪدم ٽٻي هڻي ۽ پئسن کي هٿ ڪري اچڻ. معلوم ٿيو ته اڪيون پٽي ٽٻي هڻن ٿا ۽ سمنڊ جو پاڻي بلڪل صاف آهي سو اندر سڀ ڪجهہ ڏسي سگهن ٿا. مگر هنن جي ساهي منجهائڻ ۽ ڪاري پاڻي ۽ تيز پاڻي ۾ اکيون پٽي ٽٻيءَ جو انصاف هي به گهڙي ڪن هڪ عجيب نظارو هو.

خير پوءِ ته جيڪي به حاجي اٽڪل ڏيڍ هزار کان زياده هوا، سڀ جا سڀ ٻيڙن تي چڙهي بندر پهتا. اتي سڀني حجاج کي صفون ٻڌائي انگريزي ڊاڪٽر تپاسيو وري سيني کي سرڪاري پٽيوالن واري واري سان ڪپڙا لهرائي گوڏيون ٻڌائي صابڻ سان ڦوهاري هيٺان غسل ڪرايو. مطلب ته ڪارنيٽن نہ هو مزو هو. پوءِ ڪپڙا سيني جا لاهي ڳنڍيون ٻڌي مشين ۾ باقي ٻاهر رکيائون جو هرهڪ پنهنجا پنهنجا ڪپڙا سنجاڻي ڪٽي پاتا، تنهن کان بعد رات جو سيني کي بارڪن ۾ ٽڪايائون. هتي به کاني پاڻي جو انتظام سرڪاري هو. دڪان ۽ هوٽل مسلمانن جا موجود هوا. جتان هر چيز سستي ملي ٿي. رات جي وقت ۾ هڪ لاڙ جي طرف ڪيٽي بندر جي بلوچ نالي حاجي خير محمد پنهنجي ڏيءَ جو نڪاح پنهنجي ڀائٽي سان مون کان پڙهايو. ان کان اڳ پنهنجي ڀائٽي سان ڏمريل هو. پر هيئنر ساڻس حج تي گڏ آيو ۽ رستي ۾ ئي ڪيس راضي ڪيائين، جنهن ڪري من جي مراد ڏنائين. صبح جو

وري ڊاڪٽر اسان کي اتي بارڪن ۾ تپاسيو ۽ اجازت ڏنائين جو سيئي بيڙن ۾ چڙهي، جهاز ۾ سوار ٿياسين. انهيءَ مهل ڏنوسون جو هڪ ڪراڙي ايراني جي لاش کي غسل خاني ۾ غسل ٿي ڪرايائين، جو ٻن ٽن ڏينهن کان جهاز جي اسپتال ۾ بيمار پيو هو. ۽ گذريل رات جو مئو هو. غسل ڪفن بعد ايرانين جنازه نماز انفرادي حالت ۾ پڙهيس، پوءِ هڪ ٻيڙيءَ تي بندر طرف ڪنهن مقام ۾ دفن ڪرڻ لاءِ موڪليائونس. سلطانيه ۽ ارمنستان به اچي نڪتا هوا، جي پنهنجي حجاج جي ڪارنيٽن لاءِ ترسيل هئا. سلطانيه اڳ ۾ آيو هو، تنهن ڪري اول انهيءَ وارا حاجي ساڳين ٻيڙين ۾ بندر وڃڻ لڳا ته ان وقت اسان جو جهاز به خير سان جده لاءِ قريب هڪ بجي روانو ٿي هليو. هڪ ڪلاڪ بعد وري اسپتال طرفان هڪ هندستاني نوجوان حاجيءَ جي موت جي خبر آئي هئي. حاجي نوجوان حسين دهلي جو باشنده لک پتي سيٺ هيو. پنهنجي مائٽن سان گڏ حج تي هليو هو، هن جي جوانيءَ جي موت جي سڄي حجاج کي حيراني هئي ۽ سندس مائٽن ۾ ته ماتم هيو. غسل ڪفن بعد سندس لاش جهاز جي مٿي فرش مٿان هڪ ڪٽولي تي جنازه نماز لاءِ رکيائون ته هشام ماڻهن جا اچي گڏ ٿيا، نماز جماعت سان ادا ٿي، بعد ۾ جهاز جي ملازمن لاش کي هڪ تختي تي رکيو ۽ رسن جي ذريعي جنازه کي هوريان هوريان هلندي جهاز مان سمنڊ ۾ لوڙهي ڇڏيو.

ذي القعده ١٣٤٤ھ

٥٨ جون ١٩٢٦ع تاريخ ٢٦ ڏينهن اڳاري جي صبح جو هڪ جهاز جو نوڪر گهنٽي هٿ ۾ ڪٺي وڄائيندو به آيو ۽ خبر به ڏيندو آيو ته اڄ شام جو ٦ بجي ڌاري جبل ميقات وٽ جهاز پهچندو ۽ ان وقت ڪوڪ ڪندو، سو سڀ ڪو احرام ٻڌڻ لاءِ تيار ٿي ويهي. تنهن تي ڪي حاجي جهاز جي ڪوڪ جا منتظر رهيا ته اسان ۽ ٻين ڪيترن بطور احتياط جي اڳوات احرام ٻڌي ڇڏيا. شام جو ٦ بجي جهاز وڏي آواز ۽ ڊگهي آواز سان ڪوڪ ڪئي، ڪوڪ ٻڌڻ سان هڪدم اندريون باهريون جبل يلملم جي زيارت جي ڪرڻ لاءِ پڄندو جهاز جي ڪنڌي وٽ اچي بيٺو، مگر جبل ڪو ويجهو ڪونه هو. جبل کي ته فقط ڪپتان ئي دوربينيءَ سان ڏسي سگهيو ٿي. تنهن ڪري سيئي موٽيا ۽ جن احرام نه ٻڌو هو تن هڪدم

ٻڌي چڙهيو. سواءِ ڪنهن ٿورن ايرانين جي. جن جو چوڻ هو ته اسان جده کان احرام ٻڌنداسون.

ذي القعد ١٣٤٤ھ

٥٩ جون 1926ع تاريخ ٢٧ ڏينهن اربع جي اڌ پهر ڏينهن خسرو خير سان جده. بندر جي سامهون ميل پنڌ تي اچي بيٺو ۽ ڪوڪ ڪيائين ته جلد ئي نجدي سرڪار جي لانچ يعني پاٽيءَ جو موٽر اچي نڪتو، جنهن جي مٿان اسلامي جهنڊو ڪتل هيو، جنهن تي ڪلمو لکيل هيو.

لا الـه الا الله محمد رسول الله

لانچ ۾ عربي ڊاڪٽر چڙهيل هو، جنهن جهاز کي اچي نظر مان ڪڍيو ۽ لهڻ جي اجازت ڏني. جهاز بيهر ڪوڪ ڪئي ته بنا دير ڪيئي ٻيڙيون بدوين ميربحرن جون اچي سهڙيون ۽ جهاز جي اچي چوگرد بيٺيون، هر ڪنهن پنهنجي منهن ٻيڙي ڪئي ۽ منجهس سامان رکايو. اڌ ڪلاڪ ۾ بندر پهچي وياسون، جتي حجاج جو شمار به ڪندا ويا ۽ هرهڪ کان ٻيڙيءَ جو ڪرايو ١١ آنا به وصول ڪندا ويا. دروازي تي حجازي ڪامورا هرهڪ حاجيءَ کان معلم پڇڻ لڳا. مان ۽ مولوي غلام رسول پريائي به پنهنجن رفيقن سميت شيخ محمد ابراهيم صباغ سنڌي حال ساڪن مڪه معظمه پنهنجو معلم ٻڌايو. ڇاڪاڻ جو مولوي عبدالڪريم صاحب چشتي صدر خدام الحجاج جو اول وقت ۾ حج تي ويو هو. انهيءَ به انهيءَ صاحب کي سنڌين جو معلم منتخب ڪري اخبار جي ذريعي مڪي معظمه منجهان اطلاع ڪيو هو ۽ سندس نيڪ نيتي جي نيڪي لکي هئي ۽ ٻين به جهڙوڪ مولوي نبي بخش حيدرآبادي ۽ ٻين ڪيترن سنڌين منهنجي ترغيب تي شيخ محمد ابراهيم معلم ٻڌايو، تنهن کان پوءِ سڄي جهاز جا حاجي پنهنجي پنهنجي معلم جي وڪيلن جي پنيان متفرق ٿي ويا.

ميان بچل شاهه ۽ مولوي محمد موسىٰ صاحب جي جهاز ۾ منهنجا همراز هوا ۽ اقرار ڪيو هئائون ته اسين به شيخ محمد ابراهيم صباغ کي پنهنجو معلم ظاهر ڪنداسون. اُهي هن موقعه تي وعده خلافي ڪري ويا يعني پڇا تي ميان بچل شاهه پنهنجو معلم شيخ حسين ٻڌايو ۽ ان جي وڪيل جي پويان هلي ويو ۽ مولوي محمد موسىٰ صاحب به وچون ٽيون معلم ٻڌايو ۽ ان جي وڪيل سان روانو ٿي ويو ۽

پوءِ اسان بہ پنھنجي معلم جي وڪيل جي پنيان لڳاسون، جو شھر جي محله شاھي ۾ وٺي ھليو ۽ اسان جو سامان ھڪ گاڏيءَ ۾ رکايائين جا پڻ اسان جي پنيان لڳي آئي. اتي ھڪ مسواڙ تي ورتل ماڙيءَ ۾ رھايائين، جتي پنھنجو سامان رکي انھيءَ انتظار ۾ ويناسون تہ ھاڻي ڪاڏھون قافلو مڪه معظمه جو تيار ٿئي تہ ھتان نڪرئون ۽ ڏينھن بہ پنھنجي پروردگار جي خانہ ڪعبه جي پاڙي ۾ گذاريون. وڪيل آيو ۽ چيائين تہ اڄ رات سيني جا اٺ لکندس، سڀاڻي صبح جو حڪومت کي ڏيکاري منظوري وٺندس، جو انشاءالله تعاليٰ شام ڌاري اوھان جو قافلو روانو ٿي ويندو پوءِ تہ آرام سان رھياسون شام جو ٽپھري مھل جناب ڏاڏي سائڻ بيبي حوا رضہ جي مقبره جي زيارت ڪرڻ وياسون، مقام جي دروازي تي ڪئين پينو بينا ھوا جي اڪثر زالون ۽ بدواڻيون ۽ ٻار ھوا. جيڪي آيا ٿي انھن جي ٻانھن کي چنبڙيو ٿي ويا ۽ چيائون ٿي تہ ھات بخشيش. يعني خيرات ڏي.

پوءِ تہ اسان بہ ڪن کي خيرات ڏني تہ ڪن کان جند ڇڏائي اندر وياسون تہ سامھون دروازي جي ھڪ مجاور خوش پوشاڪ بيٺو ھو. اسان کي ڏسي پاڻ ڏي سڏيائين ۽ چيائين تہ ھتان بيبي حوا رضہ جي تربت شروع ٿي ۽ ھي سائڻ جي مٿي مبارڪ وارو مقبرو آھي، ائين چئي اسان جا ھٿ کڻائي ختمون پڙھيائين. پوءِ اسان ھن کي ڪجھہ نذرانو ڏيئي سؤ کن قدم وڌياسون تہ ٻئي مجاور سڏي چيو تہ ھي مقبرو جناب ڏاڏي حوا جي دن جي مٿان آھي، اتي بہ ختمون چئي نذرانو ڏيئي سؤ کن قدم ھلياسون تہ ٽيون مجاور بيٺو ھو تنھن چيو تہ ھتي جناب امان حوا جي قبر پوري ٿي، ھتي سندس پيرن جو مقبرو آھي پوءِ اتي بہ ختمون پڙھيوسين. نظر ڪري ڏٺوسون تہ ڏاڏي سائڻ جو مقبرو بن چيلھہ جيڏن پٿن جي وچ ۾ آھي ۽ مٿان ڪجھہ بہ نہ آھي فقط زمين جي زمين آھي باقي دن جي مٿان اڳ قبو ھو. معلوم ٿيو تہ نجدين ڊھرائي ڇڏيو آھي. تنھن کان بعد سڄي مقام کي ختمو چئي شھر ۾ آياسون ۽ مغرب جي نماز ھڪ جامع مسجد ۾ پڙھي سون. نماز بعد ھڪ شام جي عالم سڳوري عربيءَ ۾ واعظ ٿي ڪيو، اھو ٻڌي پوءِ جاءِ تي آياسون تہ معلم جي وڪيل مسميٰ ابوبڪر بتي ٻاري

حاجين کي گهرايو، مازي جي سوداگر ڪانئن انن جو انداز پڇي ۽ لکي رهيو تہ مون مولوي غلام رسول صاحب لاءِ شغدف لکايو. شغدف جي معني ڪجائو. سنڌ جو ڪجائو سوڙهو ٿيندو آهي مگر عرب جا ڪجاوا کٽ وانگر ڪشادا ٿيندا آهن جو هڪ ماڻهو ان تي ويهي يا سمهي خلاصو سگهي ٿو. مولوي صاحب سان شغدف ۾ وڏيرو محمد حيات ڪوسو ضلع جيڪب آباد جو رفيق ڪري ڏنم، مون پنهنجي واسطي شبري لکائي. شبريءَ جو نمونو پنهنجي ملڪ ۾ ڪو نہ آهي. شبريءَ جو مثال هڪ اونڌي منجيءَ جي آهي جنهن کي ان تي کٽي ڪڙجي. مان بہ جيڪر شغدف لکايان ها پر شغدف سامان کڻي نہ سگهندو آهي. شبري ۾ بہ بہ ماڻهو چڙهندا آهن. سو شبري ۾ مون سان ٻيو رفيق محمد ابراهيم رنگريز شڪارپوري ٿيو. هي شخص بہ اسان جو حجاج جي پوئين وقت ۾ رفيق ٿيو هو. ٻين حاجين گهٽو ڪري شبريون لکايون ۽ ڪن ٿورن رڪبي ان لکايا. رڪبي چوندا آهن پلڻ واري ان کي. ڪرايو سڀ ڪنهن کان انهيءَ مهل وصول ڪندو ٿي ويو. شغدف جو مڪي معظم کان ٻن ڄڻن جو ٠-٨-٢٧ روپيہ ورتا ۽ شبري جو ٠-١٠-٢٤ روپيا وصول ڪيا ۽ ظاهر ٿي ڪيائين تہ هن ۾ منهنجي في ۽ جاءِ جي مسواڙ ۽ گاڏي سامان واريءَ جو ڪرايو سڀ داخل آهي. ان کان پوءِ هرڪو وجي سمهيو.

ڏينهن جو منجهند مهل اٺ اچي نڪتا. شغدف ۽ شبريون بہ وڪيل آڻي موجود ڪيون. ظهر جي نماز بعد بدون بناديرات تيار ڪري ورتا. نماز عصر ادا ڪري انن تي سوار ٿياسون. قافلو روانو ٿيو مگر شهر جي دروازه وٽ هلي بيهي رهيو. جتي نجدي عسڪرن هرهڪ قافلي جي جتن بدون کان راهداري طلب ٿي ڪئي، پر اها قافلن جي وڪيلن وٽ هئي. انهن اچڻ ۾ دير ڪئي، تنهن ڪري اسان جو قافلو بہ سانجهي سوڌو بيٺو رهيو. جڏهن هو آيا تڏهن موڪ ٿيو ۽ قافلو خير سان روانو ٿيو. سڄي رات پنڌ ڪري صبح اچي منزل بحيره تي پهتو. ڏوپهره بعد نماز عصر ذاري قافلو روانو ٿي هليو تانجو تاريخ پهرين ذوالحج ڏينهن ڇنڇر جي صبوح جو مڪ معظم منجهہ خير سان اچي پهتاسون. شهر ۾ داخل ٿيڻ وقت لهي پيادا ٿياسين. اڳيرو هلياسون تہ

١٢ جون 1926

شيخ محمد ابراهيم صباغ معلم ازخود ملي ويو ۽ واقف ٿي اسان کي پنهنجي محلہ مسفلہ ڏانهن پنهنجي جاءِ تي وٺي هليو ۽ سامان انن تان لهرائي اتي رکايائين ۽ جلد پنهنجي پاڙي ۾ ٽن ڳٺن ۾ هڪ گهر مسواڙ تي ڪري آيو جنتي مولوي غلام الرسول صاحب پريائي ۽ مولوي نبي بخش صاحب ۽ محمد حيات ڪوسو ۽ رسول بخش مزين ۽ مان هرهڪ پنهنجن رفيقن سميت رهڻ لڳاسون ۽ هرهڪ کي ڏيڍ روپيو ڦوڙي پئي جا پوءِ ادا ڪئي وئي.

انهيءَ مهل حاجي عبيدالله وارا بہ اچي مليا جي اڳي ئي اتي موجود هوا. مولوي عبدالڪريم صاحب چشتي ۽ مولوي تاج محمد صاحب عليگ وارا بہ مليا جي تازو مدينہ منوره کان ٿي آيا هئا. اسان پنهنجو اسباب اجان ٺاهي ئي مس رکيو تہ معلم سڏ ڪيو ۽ سيني کي چيائين تہ اچو تہ ٿڌ ۾ اوهان کي طواف قدوم ۽ عمره ڪرائي اچان تہ پوءِ يڪو اچي آرام ڪريو جنهن کان پوءِ سيئي گڏ ٿي ساڍس وياسون جو حرم شريف جي باب السلام کان اسان کي وٺي هليو. جڏهن اندر داخل ٿياسون تڏهن سامهون ڪعبة الله شريف تي نظر پئي بي اختيار لبيڪ اللهم لبيڪ جي تڪبير واتان نڪري وئي. سبحان الله ڇا ڏسون جو هزارن جي تعداد ۾ خلق خدا جي آهي جو پئي ٿي سندس بيت کي ڦيرو ڏئي. ڪي ماٺهو احرام سان طواف ڪري رهيا آهن تہ ڪي پنهنجي لباس ۾. ڪي ٽڪڙو تہ ڪي هوريان ڦري رهيا آهن. هڪ عجيب نظارو هو. ڦرڻ جو مثال اهڙو هو جهڙوڪ غريب عرضدار زماني جي بادشاهن جي بنگلن جي چوڌاري عدالت ۽ انصاف ۽ دادخواهي لاءِ پيا ڦرندا ۽ ڊوڙندا آهن. اهڙي طرح هي الله تعاليٰ جا ٻانهــا بہ بادشــاهن جي بادشــاهہ جي بنگلي جي چوڌاري گناهن جي بخشش لاءِ ڪي هوريان ڪي ٽڪڙو هلي رهيا هوا. اسان بہ شهنشاهہ عالمين جي بيت جي چوگرد ڦرڻ يعني طواف قدوم لاءِ اڳتي وڌياسون ۽ ڪعبة الله شريف جي حاطي جي دروازه باب بني شيبہ منجهان اندر گهڙياسون. معلم اسان کي ڪعبة الله شريف جي ڏکڻ اوپر واري ڪنڊ وٽ بيهاري چيو تہ انهيءَ ڪنڊ ۾ جيڪو اهو ڪارو پٿرآهي اهو حجر اسود آهي. هي هڪ بهشتي پٿر آهي، جو اوائل ۾ سفيد هو، پر گنهگارن جي چُمڻ ڪري

هينئر ڪارو ٿي پيو آهي ۽ چيائين ته حجر اسود کي چمي ڏيئي پوءِ طواف شروع ڪبو آهي ۽ طواف جي هڪ ڦيري سان حجر اسود کي چمڻ سنت آهي. پر هينئر چمي ڏيڻ جي بات نه آهي جو خلق گهڻي آهي ۽ چمڻ جو وارو هر ڪنهن کي ملي نٿو سگهي. سو ائين ئي هٿ جو اشارو ڪري طواف شروع ڪريو پوءِ ته بسم الله- الله اڪبر چئي طواف شروع ڪيوسون ۽ دعائون معلم پڙهائيندو هليو ۽ طواف به ڪرائيندو هليو. جڏهن طواف جا ست ئي ڦيرا پورا ڪياسون تڏهن اسان کي حجر اسود ۽ ڪعبة اللهشريف جي دروازه جي وچ واري ديوار جي سامهون اچي بيهاريائين ۽ چيائين ته هن جاءِ جو نالو ملتزم آهي. هي جاءِ دعا جي قبوليت جو هنڌ آهي. پوءِ ته اتي سيني هٿ کڻي دعا گهري ۽ مون به پنهنجي حق ۾ ۽ والدين ماجدين سس، سهري، مرشد، استاد، عزيزن، خويشن، يارن، دوستن، مريدن، شاگردن عموماً ۽ جن تاڪيد روبرو ڪري چڱيو هو، انهن سيني جي حق ۾ خصوصاً دعا گهري.

دعا گهرڻ بعد پنج ڇه قدم پٺتي معلم اسان کي مقام ابراهيم وٽ وٺي هليو. هي مقام ابراهيم اهو آهي جنهن جو قرآن شريف ۾ ذڪر آهي. اتي نفل واجب الطواف پڙهيو سون. تنهن کان پوءِ ساڳيو باب بني شيبه کان نڪري زمزم جي کوه وٽ هلي بيناسون. هي کوه حرم شريف ۾ آهي. هن جو پاڻي پيئڻ شفاعت آهي. معلم اسان سيني کي پاڻي وٺي پياريو. پوءِ عمرو ادا ڪرڻ جي ارادي سان دروازي باب الصفا کان ٻاهر نڪتاسون. ٻاهرون ويجهو به ٽڪريون آهن جن جي وچ ۾ قريب ٻٽي سو قدمن جو مفاصلو هوندو. هڪ ٽڪري جو نالو صفا آهي ۽ ٻي جو مروه. هي ٽڪريون اڄ تائين يادگار آهن. حضرت بيبي هاجران رضه صاحب جن جي وچ ۾ پاڻي جي عدم موجودگي سبب سائڻ ڊوڙون پاتيون هيون، تنهن ڪري انهيءَ يادگار ملهائڻ لاءِ الله تعاليٰ مؤمنن تي واجب ڪيو آهي ته حج تي اچن ته هنن ٽڪرن جي وچ ۾ به ڊوڙن. (ست دفعا اچن وڃن) انهيءَ ڊوڙڻ (ستن دفعن اچڻ وڃڻ) کي عمره چئجي ٿو. جو معلم شيخ محمد ابراهيم جي هڪ خليفه اسان کي ادا ڪرايو ۽ عمره جون دعائون پڙهايون. صفا

۽ مروه جي وچ ۾ هينئر تہ بازار عاليشان ٺهي پئي آهي. جنهن ڪري عمره ادا ڪرڻ وقت ائين ٿي معلوم ٿيو، گويا شهر ۾ گهمي رهيا آهيون.

اهو مناسڪ حج جو پورو ڪري جاءِ تي آياسون. اسان ۾ جن کي تمتع حج جي نيت هئي، انهن اينديءَ ئي مٿو ڪوڙائي، احرام لاٿو ۽ مان بہ انهن ۾ داخل هوس ۽ جن کي حج قرآن جي نيت هئي، اهي احرام سان رهيا. منجهند مهل معلم سيني کي مهماني ڪارائي. ماني کائي فارغ ٿياسون تہ پاڇو لڙيو. عرب جي ظهر جي نماز جو بہ وقت ٿيو. انهيءَ مهل وضو ڪري حرم شريف ڏي هلياسون. اسان کي حرم شريف جي دروازي مان باب الرحمٰن ويجهو هو سو انهيءَ منجهان داخل ٿياسون. اندران ايتري تہ مخلوقات ويٺي هئي جو پير پائڻ جي جاءِ نٿي ٿي. آخر اسان بہ سوڙه سنگهوڙ ۾ جاءِ ورتي سين. ڪعبة الله شريف ۾ اڪيون وجهي نماز پڙهي سون، پلا هيترا ڏينهن فقط ڪعبة الله شريف جو نالو ٻڌندا هواسون ۽ طرف منهن ڪري نماز پڙهندا هواسين. سو سڪايلن کي ڪٽي الله تعاليٰ اکين سان ڏيکاريو. ڪعبة الله شريف اکين آڏو سو ائين چوڻ جي ضرورت نٿي ٿي تہ منهن طرف ڪعبة الله شريف. ڪعبة الله شريف حرم شريف جي وچ ۾ آهي. ڪعبة الله شريف جي چوڌاري وڏو صحن آهي. جنتي ان وقت اتي اُس هئي. صحن ۾ چار مصليٰ آهن هڪ حنفي مصلو ڪعبة الله شريف جي اتر ۾ ٻيو مالڪي مصلو الهندي ۾. ٽيون حنبلي مصلو ڏکڻ ۾. چوٿون شافعي اڀرندي ۾. مصلن جي مٿان سو ٿوري عمارت آهي. جنهن ڪري اتي پيش امامن لاءِ ڇانو هئي، وري حرم جي صحن جي چوڌاري چوگرد قبن جي شاهي عمارت آهي، جنهن ۾ لکها انسان الله تعاليٰ جي قدرت سان ماپيا وينا هوا.

حرم شريف ۾ خواجہ سرائي خدام آهن، جن جي خدمت آهي حرم شريف کي ٻهاري ڏيڻ ۽ وقت سان جماعت جو انتظام وغيره رکڻ. سو جڏهن فرض جي تياري ٿي ۽ مڪبرن تڪبيرون حرم شريف جي چئني ڪندين شروع ڪيون تڏهن خدامن جماعت جون صفون سڌيون ڪرايون ۽ زالن کي پاسي ڪرائي مردن جي پٺيان سندن صفون

ٻڌرايون. نماز ان وقت حنفي مذهب جي امام پڑهائي ۽ معلم چيو تہ جيئن اڳ شريف جي زماني ۾ هڪ هڪ وقت چار جماعتون چئني مصلن پنيان جدا جدا ٿينديون هيون،تيئن هينئر ابن سعود جي زماني ۾ نٿيون ٿين. هينئر سانجهي ۽ سومهڻي تہ فقط هڪ جماعت حنبلي مذهب جي پنيان ٿئي ٿي ڇاڪاڻ جو اهي ٻئي وقت اهڙا آهن جن ۾ دنيوي ڪاروبار کان آدمي اڪثر فارغ هوندا آهن ۽ هڪ ئي جماعت ڪري نماز پڑهڻ سنت آهي ۽ ان ۾ وڏو ثواب آهي ۽ فجر جي نماز ٻن امامن پنيان ٿيندي آهي سو ان ڪري جو اهو وقت ننڊ جو آهي، جن کي سوير سان جاڳ ٿئي سو امام شافعي جي پنيان نماز پڑهن ۽ جن کي دير سان جاڳ ٿئي ڇاڪاڻ تہ انسان غافل آهي پنهنجي وس نہ آهي سي وري اچي حنفي جي پويان پڑهن.باقي ظهر ۽ عصر جون پڻ ٻہ جماعتون ٿينديون آهن.ڇو جو اهي وقت بہ اهڙا آهن،جن ۾ ماڻهو گهڻو ڪري زماني جي ڪاروبار ۾ قابو هوندا آهن سي دير مدار جي حالت ۾ هڪ نہ ٻئي جماعت ۾ شامل ٿي وڃن ۽ اهي وقت مالڪي ۽ ٻين مصلن جي پويان نماز پڑهي ويندي آهي ۽ اها روايت ٻن جماعتن جي نماز جي ٽن وقتن ۾ پڻ مٿين سببن جي ڪري ڪئي وئي آهي نہ تہ ابن سعود جو رايو پهرين پنجن ئي وقتن ۾ هڪ ئي جماعت جي ڪرڻ جو هو. (

خير پوءِ تہ نماز پڑهي جاءِ تي وياسون ۽ اڪثر هر نماز حرم شريف ۾ پڑهندا رهياسين. نماز مغرب ۽ عشاءِ وقت تہ سڄو حرم شريف ڀرجي ويندو هو ۽ جمعي نماز جو تہ وڏو لطف ايندو هو جو ان ڏينهن بي شمار خلق الله نظر ايندي هئي. مان جمعي ڏينهن جمعي نماز وقت منبر جي ڀرسان خطبہ ٻڌڻ واسطي وڃي ويهندو هوس. خطيب هڪ نجدي عالم ۽ مڪي جي شهر جو قاضي هو ۽ خطبہ ۾ الله، رسول ۽ اصحابن جي تعريف برابر ڪندو هو ۽ حضور صلي الله عليه وسلم جن تي خطبہ ۾ درود شريف برابر پڑهندو هو ۽ پڑهائيندو هو ۽ ماڻهن کي جو افواه تہ نجدي درود نہ پڑهندا آهن.بي بنياد ثابت ٿيو ۽ جمعہ نماز بہ اهوئي خطيب پڑهائيندو هو ۽ حنبلي مصلي جو پيش امام بہ اهوئي مقرر هو. باقي نجدين جي حرم شريف جي متعلق

مون وٽ پڻ هڪ شڪايت آهي، يعني نجدي عسڪري جيڪي حرم شريف جي حفاظت لاءِ چڙهيل هئا، اهي حجر اسود وٽ جو طواف ڪندڙ چمي لاءِ ڳاهٽ ڪندا آهن. انتظام لاءِ لڪڻ استعمال ڪن ٿا، حالانڪ حرم شريف ۾ ڪنهن تي هٿ سنئون ڪرڻ ئي حرام آهي، ٻيو هنن حاجين کي حرم شريف جي صحن ۾ رات جو ننڊ ڪرڻ کان نه ٿي روڪيو. شريف جي زماني ۾ ڪوبه مسافر رات جو حرم شريف ۾ سمهي نه سگهندو هو. جيڪڏهن ڪو سمهندو هو ته هڪدم عسڪري اٿاري چوندا هيس ته ٻاهر وڃي سمهه. بيت الله شريف جو اٿي طواف ڪر، ننڊ نه ڪر.

انهيءَ وچ ۾ هڪ ڏينهن مان شام جو حاجي عبيدالله ۽ حاجي بخشڻ سان گڏجي مقام جنة المعليٰ جي زيارت ڪرڻ ويس. جنة المعليٰ ٻن ڀاڱن ۾ آهي. هڪڙي ۾ خاص حضور صلي الله عليه وسلم جن جي عزيزن ۽ اصحابن جا مقبرا آهن ۽ ٻئي ۾ شهر وارن ۽ مسافرن جا. اول اسان مسافرن واري مقام وياسون ۽ ختمو چيوسين. مقام ته اوئين عبرت جي جاءِ آهي، مگر اتي تازو مسافرن جا لاشا ڏسي اکن آڏو پرديسي حاجين جا جنازا ڏسي جي ان وقت ڪي پورجي رهيا هوا ۽ ڪي پورجڻ لاءِ اچي رهيا هوا. ويتر وڏيڪ عبرت ۽ ازخود زياده تعجب ٿيو ٿي. ۽ لاشن جي ڪثرت مان معلوم ٿيو ٿي ته حجاج ۾ ڏاڍي بيماري پئي آهي. پوءِ الله پاڪ کان امان ۽ پناه گهرندا مقام جي ٻئي ڀاڱي ۾ داخل ٿياسون ۽ اول ئي ام المؤمنين خديجة الڪبريٰ رضه جي مقبره شريف جي زيارت ڪئي سون. سائڻ جي مٿان اڳ قبو هو جو نجدين ڍهرائي ڇڏيو آهي ۽ سندس مقبره کي به ڍهرائي ننڍو ڪيو اٿن، جو نشان مس وڃي رهيو آهي. اسان سندن سيراندي کان ويهي ختمون چئي اڳتي وڌياسون ته هڪ ڊٺل قبو نظر آيو ۽ قبر جي بجاءِ هڪ مٽي جو دڙو نظر آيو. معلوم ٿيو ته انهيءَ دڙي هيٺان مقبره هو حضور صلي الله عليه وسلم جن جي والده مڪرمه جو. هي حالت ڏسي حيران ٿيس ته ايتري قدر سنگدلي هنن ڪيئن اختيار ڪئي آهي. ٻيا به قبا ڍاٺا اٿن مگر تنهن هوندي به ايترو ڪيو اٿن جو قبن جون ڪريل سرون ۽ مٽي پاسي ڪري ۽ مقبرن جي مٿان ۽ چوڌاري صفائي ته ڪري ڇڏي اٿن ۽

حضور صلي الله عليه وسلم جي والده مڪرمہ جي مقبري مٿان ڏاڍو رهڻ ڏنو اٿن ۽ زيارت ڪُلي نہ ڇڏي اٿن. جنهن منجهان گمان ڪيم تہ شايد انهيءَ ڪري ڪيو اٿن جو پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ڪان سندن والده مڪرمہ رضہ اڳ فوت ٿي وئي هئي ۽ واقعي ائين معلوم ٿيو تہ اهو روضہ شريف مٿي سڀئن ڪري مسمار ڪيو اٿن ۽ حضور صلي الله عليه وسلم جن جي وڏن جيئن تہ حضرت عبدالمناف ۽ عبدالمطلب جي روضن ۽ مقبرن جي پڻ ساڳي حالت نظر آئي. هنن ڪي ايترو تہ ويچار ڪرڻ کپي ها تہ هو آخر حضور جن جا ڏاڏا سڳورا هوا، هنن کي اسلام جو شرف جيڪڏهن ڪٿي نہ مليو هجي تہ بہ آخر هنن کي حضور صلي الله عليه وسلم جن جي ڏاڏن هجڻ جو شرف تہ ضرور نصيب هو. جيئن جو هڪ عاشق چيو آهي:

بطحا کو ملا تيري ولادت سے شرف
يثرب کو ملا تيري اقامت سے شرف

يعني مڪه شريف کي اوهان جي ڄمڻ ڪري شرف مليو – ۽ مديني شريف کي اوهان جي منجهس رهڻ ڪري شرف مليو.

اولاد هي کو فخر نهين کچهہ تجهہ پر
آبا کو بهي هے تيري ابوت سے شرف

يعني اي رسول الله! فقط اوهان جي اولاد کي اوهان تي فخر ناهي، پر اوهان جي بابي سردار خواه ڏاڏن سڳورن کي بہ اوهان جي پيءُ ۽ ڏاڏن هجڻ جو شرف حاصل آهي.

خير پوءِ تہ هنن جي سنگدلي تي ارمان ڪندا ۽ ٻين اهل قبورن کي ختمون چوندا ٻاهر نڪتا سون ۽ مولد نبي صلي الله عليه وسلم ۽ مولد علي رضہ جي بہ وڃي زيارت ڪئي سون. مولد علي رضہ يعني حضرت علي المرتضيٰ رضہ جي ڄمڻ جي جاءِ واري قبي جو فقط گنبذ ڏٺل نظر آيو، باقي مولد نبي صلي الله عليه وسلم وارو قبو تہ سڄو بنياد کان کيرايل ۽ ميدان ڏسڻ ۾ آيو ۽ ميدان ۾ مصري حاجن جا شغدف رکيل هوا ۽ بدون جي انن جا ليڏا پيل نظر آيا ۽ ڪيترا مصري حاجي جتن سان وينل ڏٺا سون ۽ نجدي قوم جو اتي هڪ آدمي بہ نظر نہ آيو. تنهن کان پوءِ واپس جاءِ تي آيا سون.

مسجد الخيف

۴۰
۱۳۴۴

تاريخ ٨ ذوالحج سنہ ١٣٤٥ھ ڏينهن ڇنڇر جي صبح جو حجاج مان جن کي احرام بدل نہ هوا انهن احرام ٻڌو ۽ بيت الله شريف جو طواف ڪيو ۽ منا جي طرف کي انن تي ڪي گڏهن تي، ڪي پيادل روانا ٿي ويا. مون بہ اهڙي طرح ڪيو ۽ گڏه واحد مجيديءَ يعني سوا روپيہ ۾ ڪرايہ تي مليو. جنهن تي سوار ٿي منا پهتس ۽ منا بازار جي منڍ ۾ هڪ مسافر خانہ ۾ آرام ڪيم تہ ستت ئي مون وارا رفيق جي پنيان پيادا آيا ٿي، اهي بہ اچي پهتا. پوءِ گڏجي اندر شهر ۾ وياسون مگر هو پنهنجي سهوليت تي مسافرخاني ڏي ويا ۽ مان مسجد الحنيف جي پرسان هڪ تنبوءَ ۾ رهڻ لاءِ ويس جو مولوي عبدالڪريم وارن ٿن گنن ۾ مسواڙ تي ڪيو هو ۽ مون بہ منجهس پائيوار ٿيڻ لاءِ حصي جا ٿي روپيہ ادا ڪري ڇڏيا هوا. مگر تنبو بيشمار ڪتا پيا هوا. جنهن ڪري تنبوءَ جو پتو ڪونہ پئجي سگهيو. سو مسجد حنيف ۾ رهي پيس جتي پير محمود شاه راشدي بہ اڳي ئي موجود هو. حاجي بخشڻ اهو سمورو وقت مون سان ساڻ هو ۽ سونهون ٿي آيو هو، پر جڏهن مان مسجد ۾ ٽانيڪو ٿيس تڏهن پاڻ پنهنجن رفيقن وٽ ٽڪڻ لاءِ روانو ٿي ويو.

اڌ ڪلاڪ کان پوءِ مسجد جي ايرندي طرف کان مزدلفہ جي رستي تان بندوقن جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. وري ساڳي وقت پنج ڇهہ توبون سانده ڇٽيون پوءِ توبون بند ٿي ويون. باقي بندوقن جا فير گهڻي وقت تائين جاري هوا، اسان کي ذرا خوف ٿيو مگر توڪل الله تعاليٰ ڪري ويهي رهياسون. پوءِ جلدي بندوقون بس ٿي ويون، پر اسان ان بندوقن ۽ توبن جي بيگاه ڇٽڻ جي سبب کان بي خبر رهياسون ۽ انهيءَ انتظار ۾ نماز عشا پڙهي سمهي رهياسون. صبح جو اٿي نماز فجر جي پڙهيسي تہ مناسڪ حج موجب پنج نمازون پوريون ٿيون ۽ عرفات وڃڻ لاءِ پير محمود شاه صاحب سان وڃڻ لڳس. اجان منا جي ٻاهرؤن ٿيس تہ ڏٺم جو ڪيترا انٺ، گهوڙا ۽ گڏه مئا پيا هوا ۽ هڪ انٺ جيئرو پر ڦٿيل نظر آيو ۽ اهو راتوڪي نڪانوڪي جو اثر معلوم ٿيو. ڪجهہ پنڌ ڪيوسون، مگر طبيعت ۾ ذرا بي خوش هوس. تنهن ڪري ٽڪجي پيس ۽ رستي تان هڪ گڏه ٻن روپين تي ڀاڙي ڪيم جنهن تي چڙهي

هليس. مان تہ پلا ڳوٺ وارن ڪنيرن جي گڏهن جي سواريءَ تي هريل هوس، سو هت بہ مزو اچي ويو. ٻيا بہ ڪيترا حاجي منهنجي پر ۾ گڏهن تي سوار هوا. مون وارو گڏهہ ٻين حاجين جي گڏهن کان اگرچہ ڏٻرو هو تہ بہ تيز پر اهڙو جو ٻين حاجين جي گڏهن کي جو پنهنجي پر ۾ ڏٺائين تہ وني جو تکو هليو تہ ٿابڙجي ٻوٽ پر ڪري پيو ۽ منهنجا پير زمين تي وڃي ڪتا ۽ بتوفيق الله تعالىٰ اڳتي نڪري وڃي بينس. خوش قسمتيءَ سان گڏهہ بہ هلي ميدان نمبر ٥ ۾ ڪريو جتي مون کي از خود لهڻو هو. گڏهہ واري کي اجازت ڏئي ميدان نمبر ٥ منجهان لنگهي مسجد ابراهيم ۾ آيس، جتي وري بہ پير محمود شاه سان ڏيهرو ڪيم. حاجي بخشڻ بہ يکي سر اتي اچي نڪتو ۽ ظاهر ڪيائين تہ رات اوهان کي اتي چڙي ۽ آءُ رفيقن ڏي ويس، پر هنن جو پتو ڪونہ پيو، تنهن ڪري ارادو ڪيم تہ جيئن هاڻي ئي ٻيا ماڻهو عرفات ڏي وڃي رهيا آهن، تيئن مان بہ وڃان. اجان منا کان ٻاهر نڪتس تہ نجدي عسڪري پڄندا پيا اچن ۽ چوندا پيا اچن تہ وراءِ وراءِ يعني پنتي پنتي. پوءِ ٻيا بہ رستو چڙي جبل جو پاسو وني بينا ۽ مان بہ ائين ڪيو تہ اوچتو بندوقن جا نڪاءَ ٿيا ۽ هڪ اٺ منهنجي مٿان اچي ڪريو، اهو ڏک پڇائي پڳس تہ تي ڇٽا ٻيا بہ مون سان پڄڻ لڳا. ايتري ۾ نڪائن ٻيو وسڪارو ڪيو تہ اهي تئي ڇٽا ڪري پيا، جي مون سان پڄڻ ۾ شريڪ هوا. پر مون کي الله سائين بچايو جو جبل ۾ اسر تائين گذاريم ۽ پوءِ ٻاهر نڪري سڌو هيڏي آيس. مون کي ايترو معلوم ٿيو تہ هي بندوقن ۽ توبن جي لڙائي نجدين ۽ مصرين جي وچ ۾ هئي، مگر سبب معلوم نہ ٿيو تہ اها لڙائي ڇاتي هئي. پوءِ تہ ستت ئي ظهر جي بانگ آئي مقرر خطيب ۽ مقرر پيش امام اچڻ ۾ دير ڪئي تنهن ڪري هڪ مصر جي عالم خطبو پڙهايو ۽ نماز ظهر جي پڙهايائين،وري نماز عصر جي پڙهيائين. ڇاڪاڻ جو حج واري ڏينهن اهي ٻئي نمازون هڪ وقت ۾ پڙهڻيون آهن.

گهڙي کن گذري تہ ٻيا بہ ڪيترائي حاجي ۽ نجدي ۽ نجدين جو سلطان عبدالعزيز ابن مسعود بہ اچي ويا ۽ مقرر خطيب بہ آيو. سلطان جو پٽ امير فيصل سيني کان پوءِ آيو ۽ مسجد ۾ اندر داخل ٿيڻ کان

اڳ ۾ مسجد جي اڱڻ ۾ ويهي تنهن اس ۾ نفل پڙهڻ لڳو. هن جي نفل پڙهڻ مون کي تعجب ۾ وڌو، ڇاڪاڻ جو شهزادو حسين، نوجوان ۽ نازڪ مزاج ٿي ڪري نماز جي ايڏي محبت جو مٽي ۽ پيرين اگهاڙو، ذرتتي ۽ اهڙي ڪوسي واريءَ تي بنا مصلي وڇائڻ جي نماز ٿي پڙهيائين، جنهن تان اسان کي فقط لنگهي وڃڻ به اڻائو ٿي لڳو. سبحان الله هي قوم نماز جي بيشڪ پابند آهي. نفل پڙهي امير فيصل اندر مسجد ۾ ويو، مسجد ۾ مقرر خطيب خطبو پڙهيو. وري فرض ظهر ۽ عصر جو پڙهيائين، تنهن ڪان پوءِ اهي سيئي خواه اسان ميدان عرفات ڏي روانا ٿياسون ۽ جبل عرفات جي اپرندي ڪارن پٿرن وٽ وڃي ويناسون جتي ويهڻ ڪتابن مستحب لکيو آهي، اتي استغفار پڙهيوسون ۽ پنهنجا گناه ياد ڪري پشيمان ٿياسين ۽ گناهن کان توبه تائب ٿياسون.

هي ميدان عرفات اها جاءِ مبارڪ ۽ توبه قبوليت جي آهي، جتي حضرت آدم عليه السلام جي الله تعاليٰ توبه قبول ڪرڻ فرمائي هئي ۽ دعائون پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجي بزرگن خواه نندن لاءِ هٿ کڻي گهريونسون ۽ انهن سيني لاءِ جن روبروئي تاڪيد ڪيو هو. پوءِ وڏي ٽيهري ڏاري اٽڪل پندرهن توبون هڪبئي پٺيان ڇٽيون جنهن مان سهي ڪيوسون ته هاڻي خطيب خطبو ڏاچيءَ تي سوار ٿي عرفات جبل تي پڙهڻ ايندو، جيئن هميشه جو دستور هوپر توبن جي بس ٿيڻ کان پوءِ به خطيب مٿي نظر ڪونه آيو. آخر معلوم ٿيو ته خطبي جي رسم هيٺ ادا ڪئي وئي، سچ لٿي تائين خطبو جاري هو، خطبي جي وچ ۾ ڇپي ڇپي (هر هر) لبيڪ جي تڪبيرن چوائڻ لاءِ سوين ماڻهو جهنڊيون لوڏي رهيا هوا ۽ هزارين پنهنجي هٿن سان جبل عرفات خواه ميدان عرفات تان اشارا ڪري رهيا هوا ۽ جنهن تي لکين ماڻهو ڇپي ڇپي (هر هر) تي ڇٽني ڪندين چوڏاري بادل جي گج گوڙ وانگي لبيڪ جا آواز بلند ڪري رهيا هوا. عرفات جو سڄو ميدان جو اٽڪل ٽن ميلن ۾ ٿيندو سو اڪثر سارو ڪارا مٿا ها. هي اخوات مسلماني ۽ اسلامي جهان جو هڪ عجيب نظارو ۽ منظر هو، جو سڄي دنيا جا مسلمان مختلف ٻولن ۽ جدا جدا رنگن ۽ ڏار ڏار ملڪن وارا سڀ احرام ۾ هوا

۽ سڀ سرڪار الــٰهي جي بارگاه ۾ حياءَ کان اونڌي ڪنڌ ۽ شرم کان پشيمان ۽ سڀ بخشش گناه جا اميد وار هوا.

سج لٿي بعد سڄو حجاج مزدلفه روانو ٿيو، نماز مغرب ۽ عشا جي پڻ اتي مناسڪ مـوجب هڪ وقت ۾ پڙهبي آهي ۽ خاص مـزدلفـه ۾. مزدلفـه عـرفـات شريف کـان اٽڪل ڏيڍ ڪوه پنڌ آهي. پوءِ ته ٻنهي نمازن جا فرض وجي اتي پڙهياسون. مزدلفه ۾ مولانا نور محمد انڊڙ سان سڄي رات رهڻ جي قسمت ٿي. رات اتي گذاري صبح جو پٿريون منا وارن ٽن شيطانن کي هڻڻ لاءِ ميڙي نماز پڙهي منا روانا ٿياسون، اتي پنهنجا وڇڙيل دوست ملي ويا ۽ احوال ڪيائون ته حج واري رات اسان پڻ توبن ۽ بندوقن جي وچ وجي ڦـاٿـا هواسـون. مگر مـالڪ ڪريم پنهنجو فـضل ڪري بچائيءَ ورتو. هو وڏي شيطان کي پٿريون هڻي آيا هوا ۽ باقي مـان ٻه وجي پٿـريون ست هن کي هڻي آيس. شـام جو ٽين ٽين روپيه ڇيلا خريد ڪياسون، انهيءَ مهل قرباني ڪئي سون. غرض ته سڄي حجاج قرباني ڪئي ۽ ڪن ڇيلا ۽ ٻڪر ڪنا ته ڪن گهٽا ۽ ڪن ڳئون. ١٠ - ١١ تاريخ تائين اهو عـام ڪوس ڏنـوسـون. ايڏن گـوشتن جي ڍڳن هوندي به اڪثر سڀ ڪنهن مـاني دال سان ٽي ڪاڏي، ڇوجو انهيءَ ملڪ ۾ سنا مـڪي گـاه جي بجاءِ ڪـائيندا آهن، جنهن ڪري گـوشت ڪائڻ سـبـبان پرديسن کي عـام دست ٽي پوندا آهن، سـو اڪثر گـوشت کـان پرهيـز ڪئي وئي. ڪنلن جانورن جا ڍير لڳا ٽي ويا جي سرڪاري گاڏن ۾ وجهرائي منا کان ٻاهر کڏن ۾ ٽي اڇلرايا.

ٻئي ڏينهن مولوي تاج محمد سکر وارو اسان وٽ اچي نڪتو. هي مولوي صاحب مولانا شوڪت علي وارن وٽ گهٽو ويندڙ هو. نجدن جو ٻه واقف هو ۽ سياستدان ٻه تنهن کان سواءِ هو، سو لائق سمجهيم ته حج واري رات نڪانوڪي جي حقيقت هن کان چڱي طرح معلوم ٿي سگهندي، تنهن ڪري هن کـان پڇان. پڇا تي بيـان ڪيـائين ته مـحـمل شريف وارا جيڪي مصر جا فوجي سپاهي آهن،تن زبان سان سيٽيون ٽي وڄايون ۽ سگريٽ عام ڪليو ڪلايو ٽي ڪم آندائون. حالانڪ ٻيڙي حقي پيئڻ جي نجدي بادشاه قانوني بندش ڪري ڇڏي آهي. نجدي جي منع تي نه مـڙيا ۽ تون ڇا تون ڇا پاڻ ۾ ڪري جهيـڙو ڪرڻ لڳا. ابن

سعود جي پٽ فيصل جهيڙي ٽارڻ لاءِ هوائي بندوق ڇوڙي ۽ مصرين سپاهين پائيو تہ نجدين اسان تي فير ڪيو آهي، سو هڪدم پنهنجون بندوقون نجدين تي سڌيون ڪيائون. نجدين وٽ بہ بندوقون هيون انهن بہ وسايون. مصرين جون پرسان توبون تيار رکيون هيون، تن توبون بہ ڇوڙيون. نجدين جون توبون پريرو هيون تنهن ڪري جان بچائي وني ڀڳا. ابن سعود کي جو جهيڙي جي خبر پئي سو هڪدم يڪي سر مٿي اگهاڙو ڀڳو ۽ اچي مصرين جي وچ ۾ ڪاهي پيو ۽ صلح ڪرايائين. نجدين جا گهڻا ماڻهو ماريا ۽ مصرين جا بلڪل ٿورا.

خير اهو احوال ڏيئي مولوي صاحب اٿي ويو ۽ اسان انهيءَ ڏينهن وڏي شيطان ۽ ٻن ننڍن شيطانن کي ست ست پٿريون مناسڪ حج موجب هڻي آياسون. اهي جاتي، تي شيطان آهن، تاتي، تي ٿلهيا بينا آهن. ٿلن جي چوگرد ديوار آهي. سڀ کو ٿلن کي پٿريون هڻندو آهي. تان جو پٿرين جا ڍارا ٿي ويندا آهن. انهيءَ جاءِ تي ٿلن کي پٿرين هڻڻ جو غرض اهو آهي تہ حضرت ابراهيم عليہ السلام جڏهن صاحبزادي حضرت اسمعيل کي اتي منا ۾ الله جي نالي تي قربان ڪرڻ لاءِ آندو هو تڏهن انهن ٿلن واري جاءِ تي اڳيان ٿي پيرا حضرت ابراهيم عليہ السلام کي گمراهہ ڪرڻ لاءِ شيطان اچي بيٺو هو تہ اي نبي خدا جا! هي ڪهڙو ڪم ٿو ڪرين، ڪڏهن پٽ بہ قربان ٿيا آهن! جنهن تي حضرت ابراهيم عليہ السلام لاحول پڙهي هڻي تہ ٿئي پيرا انهن جائن وٽ گم ٿي ويو هو. ان ڪري ان يادگار قائم رکڻ لاءِ ۽ شيطان کي دائما ڦٽڪار ڪرڻ لاءِ حاجين کي سال بسال پٿرين هڻڻ جو حڪم آهي.

تاريخ ١٢ ڏينهن اربع جي صبح جو ٽيون دفعہ تنهي شيطانن کي پٿريون هڻي مڪہ معظم بيت الله شريف جي طواف الزيارت لاءِ روانا ٿياسون. مڪہ معظم ۾ بيت الله شريف جو طواف ڪيوسون ۽ صفا مروہ ٽڪرين جي وچ ۾ سعي ادا ڪيوسون ۽ پنهنجي جاءِ تي اچي جاءِ نشين ٿياسون.

تاريخ ١٣ ذوالحج سنہ ١٣٤٥هہ ڏينهن خميس جي شام جو منهنجا رفيق سواءِ حاجي ابراهيم جي سڀ مديني منور پيادا روانا ٿي

ويا. ڪين قانونًا معلم کان راهداري جون پاسيون وٺي ساڻ نيٺيون هيون، پر توڪل ڪري روانا ٿيا. تاريخ ١٦ ذوالحج سنہ ١٣٤٥ھ ڏينهن آچر جي صبح جو حاجي احمد پرچونڊي شريف جي فقير سان گڏجي جبل قبيس جي مٿان چڙهي سير لاءِ ويس، اتي مسجد ۾ نفل پڙهيوسون، جتي حضرت بلال رضي الله عنه بانگ چوندو هو. مسجد جي نزديڪ هڪ جڳھ جي زيارت ڪئي سون،جتي حضور صلي الله عليه وسلم جن شق القمر وارو معجزو ڪفارن کي ڪري ڏيکاريو هو. تاريخ ١٧ ذوالحج ڏينهن سومر جي شام جو عربي مدرسہ نالي مدرسة الفلاح گهمڻ ويس پر بند هو. مدرسي جي دفتر واري جاءِ ڪليل هئي جتي هڪ عالم مدرسي جو معلم وينو هو. مون کي ڏسي ڪيڪاري پاڻ وٽ ويهاريائين ۽ عربي ۾ گفتگو ڪيائين ۽ پنهنجو نالو سيد زين العابدين ٻڌايائين ۽ پاڻ ۾ واقف ٿي وياسون پوءِ مون کي مدرسي جو دفتر ڏيکاريائين ۽ ٻڌايائين تہ مدرسو حجاج وڃڻ بعد کلندو.

تنهن کان پوءِ حرم شريف ۾ آيس ۽ جڏهن ڪعبۃ الله شريف کي ويجهو ٿيس تڏهن ڏٺم تہ مقام ابراهيم ۾ سلطان ابن سعود ويٺو آهي ۽ سندس هٿ هڪ پنجابي مستاني جي هٿ ۾ آهي ۽ ڪائونس پڇي رهيو آهي تہ "انت ابن سعود" يعني تون آهين ابن سعود؟ جنهن تي سلطان جو جواب مشڪڻ سواءِ نہ ڏٺم ۽ مقام ابراهيم کان باب بني شيبہ منجهان ابن.سعود ٻاهر نڪتو ۽ منهنجي پرسان اچي لنگهيو مون ساڻس مصاحفو ڪرڻ لاءِ هٿ ڊگهو ڪيو تہ وڏي خوش دلي سان هٿ هٿ ۾ ملايائين ۽ مشڪندي چيائين تہ مرحبا، غرض تہ جيڪو بہ غريب غربو هٿ وٺيس پيو تہ وڏي تواضع سان پيش آيو ٿي. پنهنجي سر ڏاڍو خوش خلق ۽ چڱو نظر آيو. مون ڪيس چتائي ڏٺو تہ سندس مهاندا ساڳي پير صاحب، علي مدد شاهہ مرحوم راڻي پور جهڙا نظر آيا. مگر هِنَ جي اک ۾ ڦلو آهي ۽ قد ڪاٺ ۽ لياقت بہ مرحوم پير صاحب جهڙي نظر آئي. هن کي بدنام سڄي دنيا ڏهون فقط سندس هڪ قوم ڪيو آهي جا غط غط جي لقب سان مشهور آهي. اها قوم بلڪل سخت ۽ وحشي آهي. قبا ۽ وڏيون قبرون انهن شهيد ڪيا آهن. ابن سعود جي ٻي قوم اخوان جي لقب سان سڏبي آهي، اها قوم نرم

۽ سڌريل آهي. باقي غط غط قوم اهڙي سخت معلوم ٿي جو هو اسان هندستان وارن مسلمانن خواهہ ٻين ملڪن جي مسلمانن کي تہ ڪافر سمجهيو ويٺي آهي،پر خود پنهنجي بادشاهہ سلطان ابن سعود کي بہ مشرڪ ڪوٺيندي آهي.

۱۳۴۴ھ

تاريخ ۱۸ ذوالحج سنہ ۱۳۴۴ھ رات اڱاري جي نماز مغرب بعد مولانا شوڪت علي ۽ مولانا سليمان ندوي ۽ شام جو عرب ڪعبة الله شريف جي دروازن جي سامهون ويٺا هئا ۽ انگريزي ۾ گفتگو ڪري رهيا هئا. مان بہ موتمر اسلاميہ جي احوال معلوم ڪرڻ لاءِ السلام عليڪم ڪري سندن پرسان ويٺس. موتمر اسلاميہ يعني هڪ سڄي دنيا جي ملڪن جي عيوضن جو جلسو جو منعقد ٿيل هو ۽ جنهن ۾ مولانا شوڪت علي وارا خلافت وفد جي صورت ۾ شريڪ ٿيل هوا. مولانا شوڪت علي کان پڇيم تہ مولانا جلسي ۾ قبن ۽ قبرن جي سوال جو بہ فيصلو ٿيو آهي يا نہ؟ چيائين تہ ارے بهائي هم کو بهت کام کرنا هے، اگر مانين گے تو کام کرکے آئين گے. يعني ادا اسان کي مجلس ۾ گهٽو ڪم ڪرڻو آهي جيڪڏهن مڃيندا تہ ڪم ڪري ايندا سون.

ڏينهن جو منجهند مهل پنهنجي جاءِ تي آرامي هوس تہ معلم شيخ ابراهيم جي پٽ ڳوٺ جو خط اٿاري ڏنو. خط پڙهي ايترو خوش ٿيس جنهن جي ڪا حد نہ آهي ۽ خط کي ٻئي دفعہ ورائي ورائي پڙهيم. شام جو وري معلم چورائي موڪليو تہ مديني جا اٺ اچي لڪرايو. اهو ٻڌي ويتر خوشي ۾ وڏيڪ زيادتي ۽ ترقي ٿي. تاريخ ۱۹ ذوالحج سنہ ۱۳۴۴ھ رات اربع جي مغرب نماز بعد معلم جي جاءِ تي وڃي اٺ لڪارائي آيس، مان پنهنجي لاءِ شغدف لڪايو ۽ شغدف جو ڪرايو ٻن ٻن ڄڻن کان (۱۵۹) اڪرين هڪ سؤ اٺهٺ روپيہ وصول ڪيو ويو، جيڪي حاجي حج کان اڳ مدينو ڪري آيا هئا،انهن کان هر هڪ شغدف جا (۱۳۰) اڪرين هڪ سؤ ٽيهہ رُوپيہ وصول ڪيا ويا هئا. اسان کان گويا (۲۹) اڪرين اٺتيهہ روپيہ وڌيڪ وصول ڪرڻ ۾ آيا. هي نجدي جي حڪومت جو ظلم سمجهيو ٿي ويو. مگر حج کان اڳي جيڪي مديني شريف ويا هئا، انهن جو قافلو مڪي کان مديني ۽ مديني کان مڪي ۾ آيو هو ۽ اسان جو قافلو مڪي کان مديني ۽

۱۳۴۴ھ

جائز ٿيندي جڏهن اول سندس مسجد جي زيارت ڪبي. پوءِ ڪيس هڪ حديث ”من زار قبري فوجبت له شفاعتي“ يعني جنهن منهنجي مقبري جي زيارت ڪئي ته پوءِ ان لاءِ منهنجيؐ شفاعت واجب آهي ٻڌائي وئي. مگر انهيءَ حديث شريف کي ضعيف بيان ڪيائين . محمد بن عبد الوهاب جي تعريف ڪيائين جنهن مان ثابت ٿيو ته برابر هن جا وهابي عقيدا آهن ۽ سمجهي ويس وهابيت ڪهڙي چيز آهي. پڇاڙي ۾ سندس نالو پڇيم جو عبدالله ٻڌايائين ۽ وطن نجد. تنهن ڪان پوءِ جاءِ تي آيس.

صبح جو وري مولانا محمد علي جي ڀاءُ شوڪت علي سان حرم شريف جي ٻاهران ملاقات ٿي. مولانا صاحب مون کي خلافتي ويس ۾ ڏسي دل جو حال ڪرڻ لڳو.پهريون نجدن حڪومت جي شڪايت ڪيائين ته هن جو حرم شريف ۾ خواه ٻاهر پورو انتظام نه آهي.پڇاڙي خود ابن سعود جي شڪايت ڪيائين ته هن وعده خلافي ڪري قبا ته ڍهرائي ڇڏيا ۽ سندس اظهار هو ته مون کي پنهنجو ملڪ نجد جو آهي باقي حرمين شريفين تي انهيءَ ڪري ٿو قبضو ڪريان ته ظالمن جي چنبن ڪان ڇڏائي آزاد ڪريان ۽ حجاز جي حڪومت دنيا جي عيوضن جي حوالي ڪري ڇڏيان.اسان کي هن ۾ خلفاءِ الراشدين واري زماني جي اميد هئي،پر هو ان جي لائق نه ٿيو. ائين چئي روئي ڏنائين ۽ مون کي به اکين ۾ پاڻي آيو.ٻيا ڪيترا ان وقت اچي موجود ٿيا هوا جي ڳوڙها ڳاڙڻ لڳا.پوءِ ته مولانا پنهنجي جاءِ تي ويو ۽ مان پنهنجي تي اتي خبر ٻڌي سون ته شغدف اچي ويا آهن سو وچي والاريا سون.

حاجي ٻچل شاه جيڪو جده مان بي وفا ٿي ويو هو.اهو وري وفادار ٿيو ۽ اسان واري قافلي ۾ نالو لکارايائين ۽ شغدف والاريائين ۽ حاجي عبدالله عرف پريل ميمڻ راڻيپور وارا به اسان سان قافلي ۾ هلڻا هئا،ان ڪري هنن به هڪ شغدف اسان جي پر سان اچي والاري ڇڏيو. تاريخ ۲۱، ذوالحج سنه ۱۳۴۵هه ڏينهن جمعه جي پهرين شامي بزار منجهان جبا وغيره سوڪڙيون خريد ڪري موٽيس. بزار شامي جي ڪهڙي تعريف ڪجي منجهس هزار لطف ۽ مزا هوا. دنيا جي هر چيز ملي سگهي ٿي. جهڙو مون کي مڪي معظم جي هن بازار مان مزو آيو تهڙو مون کي پنهنجي هندستان جي ڪراچي ۽ بمبئي جي بازارن مان به

۱۳۴۴

نہ آيو هو. خير وري پوءِ حاجي عبدالله ۽ مان وچي شهر جي دڪانن تان مديني منوره جي سفر لاءِ گڏجي سيڌو ورتوسون، ڇاڪاڻ جو حاجي عبدالله ۽ حاجي غلام قادر جن پڻ اسان سان رفيق ٿي هلڻا هوا. تاريخ ٢٢ ذوالحج سنہ ١٣٣٤هہ ڏينهن ڇنڇر جي ٽيپهري مهل اُت اچي نڪتا. مان تہ انهيءَ مهل ڏڪندو ڪعبة الله شريف جو طواف الوداع ڪري آيس ۽ ٻيا بہ ڪري آيا تہ هڪدم تياري ٿي. انن وارن بدون هڪ هڪ شغدف وٺ ٻيهي اربع اربع ڪري پوڪاريو ٿي. اربع جي معنيٰ آهي چار. يعني هنن هڪ شغدف کي ڪٽي رکڻ لاءِ چئن چئن آدمين کي مدد لاءِ سڏيو ٿي. انهيءَ ريت بدون گهڙي ۾ سڄو قافلو تيار ڪري ورتو. ٿوري سج ٻيٺي قافلو مڪي معظم مان روانو ٿي نڪتو. رات قافلي کي شهر جي ٻاهران سرڪاري قاعده موجب رهڻو هو سو مان اٺ تي نہ چڙهيس، بلڪ شهر کان پيادو ٻاهر نڪتس. رات جو جبل الشهداءَ وٽ رهڻ ٿيو. ڏينهن تي مولوي غلام الرسول پرين وارو ۽ مولانا محمد صادق صاحب کڏي ڪراچي وارو پڻ اتي اچي نڪتا ۽ اسان جي قافلي سان شامل ٿيا.

تاريخ ٢٣ ذوالحج ڏينهن آچر جي شام جو قافلو منزل وادي فاطمه لاءِ ڪوچ ڪيو، اسر مهل منزل تي پهتاسون. انهيءَ ئي مهل بدون اربع اربع ڪري شغدف لاٿا آرام ڪيوسون. ڏينهن جو گهمي ڏٺوسون تہ هي منزل واري ٽڪري سرسبز ۽ آباد هئي ۽ وادي جو پاڻي بلڪل مٺو هو. جمع وقت مس ٿيو تہ بدون اربع اربع شروع ڪئي ۽ قافلو تيار ٿي روانو ٿي هليو، تانجو مغرب جي نماز پڙهڻ لاءِ ڏهہ پندرهن منٽ ترسيو. نماز پڙهي انن تي سوار ٿياسون تہ يڪدم منزل اسفان تي اچي فجر جي نماز پڙهي سون. ظهر جي نماز بعد منزل عدف لاءِ قافلي ڪوچ ڪيو.

تاريخ ٢٦ ذوالحج رات اربع جي اڌ رات مهل قافلو منزل تي پهتو. رات جو اڌ حصو ۽ ڏينهن جو پڻ اڌ حصو منزل تي گذاري ظهر جي نماز بعد ڪوچ ڪيوسون.

تاريخ ٢٧ ذوالحج ڏينهن خميس جي اڌ رات کان اڳ منزل گريم تي پهتاسون ۽ نماز عشا جي پڙهي آرام ڪيوسون. ڏينهن جو معلوم

ٿيو تہ هي منزل گريم واري اها آهي، جنهن ۾ ڪنهن زماني ۾ ڦورو بدوي ڏينهن ڏني جو حاجن تي حملا ڪندا هوا. حاجي شاه بخش حيدرآباد جو پڻ اسان سان قافلي ۾ همراه هو، تنهن پنهنجي اڳئين حج جي اچڻ وارو واقعہ بيان ڪيو تہ انهيءَ سال هن ساڳي منزل تي ڪيترين جماعتون ڦورن جون سڄي رات اسان جي مٿان گهيرو ڪنديون رهيون هيون. آخر هڪ جماعت تہ هٿيارن سان اسان جي مٿان حملو بہ ڪيو پر انن وارن بدون ۽ هن موجوده بدون جي سردار نالي مبارڪ جو انهيءَ زماني ۾ بہ اسان جي قافلي سان شامل هو، ڦورن جو مقابلو ڪيو ۽ اهڙي طرح سڄي رات پريشاني ۾ گذاري هئي سون. اهو شيخ مبارڪ منهنجو دوست ٿي ويو هو ۽ انهيءَ تذڪره پيري منهنجي پرسان وينو هو. هن بہ اها ڳالهہ تسليم ڪئي ۽ چيائين تہ <u>الان حرام ما فيش امان ابن سعود طبيب</u>. يعني هاڻي ڦورو نالي ڪي نہ آهن، امن امان آهي ۽ بادشاه ابن سعود ڏاڍو چڱو آهي. پوءِ تہ چشم ديده مثال ابن سعود جي رعب ۽ امن جا ڏناسون، هڪ تہ مڪي معظم کان وٺي پوين، سڀني منزلن تي ڏسندا آيا هواسون تہ ڪيترا بدوي ڪانن جون پريون ڪلهن تي ڪٽي قافلن ۾ اندر اچي هوڪا ڏيندا وتندا هوا تہ حطب حطب ۽ ڪي ماڻهو پاڻي مٽي جا ٽين مٿن ۽ گڏهن تي رکي اندر وبجهو شغدفن جي هوڪا ڏيندا وتندا هوا تہ مويا حلو مويا حلو. مگر هن منزل تي ڪانن ۽ پاڻي وڪڻندڙ بدوي اندر قافلن ۾ نہ پي آيا، بلڪ ٻاهران بيهي هوڪا ڏيندا ٿي ويا. جيڪڏهن ڪنهن حاجي ڪي ڪاني يا پاڻي جي خريد ڪرڻ جي ضرورت ٿي ۽ بدون جا هوڪا ٻڌي ڪين سڏيو ٿي تہ بدون جو اهو جواب هو تہ لا، تعال هنا. يعني نہ، تون هيڏي اچ. بيو امن جو مثال هي هو جو سڀ ڪو حاجي صحرا جي خيال تي ٻاهر پري پري ويو ٿي تہ بہ بي خوف آيو ويو ٿي. حالانڪ روپين جون هماڻيون بہ هر ڪنهن سان اڪثر ساڻ هيون. غرض تہ ابن سعود جي امن ۽ انصاف ڏي ڏسجي ٿو تہ قابل تحسين ۽ شابس جي آهي ۽ وري سندس بين جڏن ڪمن ڏي جڏهن ڏسجي ٿو تہ دل درد سان پرجي وڃي ٿي، جيڪڏهن هو اهي ڪم نہ ڪرائي ها تہ هوند سڄي دنيا مٿس آفرين ڪري ها. خير پوءِ تہ ايندڙ منزل ڏوراهين لاءِ سنبري

قافلو تيار ٿي ويو ۽ منجهند کان اڳ ڪوچ ڪيائين.

تاريخ ٢٨ ذوالحج رات جمعہ جي باخ ڦٽڻ مهل منزل شهر رابغ وٽ پهتاسون ۽ سڄو ڏينهن قافلي انهيءَ منزل تي ٽڪُ ٻڌو ۽ ورندي رات بہ اتي رهيو، چاڪاڻ جو هن منزل رابغ وٽ قافلن کي مدينہ منوره ويندي يا موٽندي هڪ ڏينهن ۽ هڪ رات زياده رهڻو پيو آهي. هي سيني منزلن جو وچ آهي ان ڪري بدوي انن کي ساهي ڏيندا آهن.

تاريخ ٢٩ ذوالحج ڏينهن ڇنڇر جي منجهند ڌاري بدون اربع اربع ڪري قافلو تيار ڪري ورتو. ان وقت ڪيترا پياده حاجي مون وٽ آيا ۽ چيائون تہ مڪي معظم کان هيستائين پنڌ ڪري آيا آهيون هينئر ٿڪجي پيا آهيون، سو اسان کي رڪبي اٺ ڪرائي تي ڪرائي ڏيو، جنهن تي مان سائن بدون وٽ وڃي سندن سواريءَ جو بندوبست ڪيو ۽ جلدي قافلو روانو ٿيو، مان پنهنجي اٺ تي تيتر سوار نہ ٿيس جيتر اهي حاجي جن کي تازو اٺ ڪرائي ڏنم نہ چڙهيا. پوءِ مان بہ وڃي پنهنجي اٺ کي ٻڇي واري واڳ کان جهلي عرب جي دستور موجب سندس ڪنڌ تي لت ڏيئي چڙهي ويس، سانجهيءَ تائين رستو سولو هو. تاريخ ٣٠ ذوالحج سنہ١٣٤٤ھ رات آچر جي سومهڻي مهل اسان بئي جڻا ذڪر ڪري پنهنجن شغدفن ۾ سمهي رهياسون ۽ ٻيا قافلي وارا بہ سمهيل معلوم ٿيا ٿي جو آواز ڪنهن جو بہ ٻڌڻ ۾ نہ ٿي آيو. اسان کي ننڊ آئي شايد ٻہ ڪلاڪ بہ نہ ٿيا هوندا تہ پنهنجي هڪ بدوي نالي مبروڪ جي بلند آواز تي جاڳي پياسون جو چيائين تہ اول اول جبل ڪبير. يعني شغدفن ۾ اڳتي آهل ڪري ويهو جو جبل تمام وڏو اچي ويو آهي. هي ٻڌي اسان هڪدم اٿي ويهي اڳتي سري ويناسون جو رستو جبل جي مٿان هو. جنهن ڪري انن کي جبل جي چاڙهي ۽ لاهي تان چڙهڻو ۽ لهڻو هو پر اسان جي اٺ جي پنيان هو حاجي بچل شاه وارن جو اٺ ٻڌل،سو اهڙو تہ پاڙي هو جو گهلجي تہ پئي هليو مگر اسان جي اٺ کي بہ هلڻ ۾ تمام اتڪاءُ ٿي ڪيائين،ان ڪري ٻہ ٽي دفعا ٿابڙيو هو. هاٺي جڏهن جبل جي ههڙي خوفناڪ چاڙهي ۽ پوئين اٺ جي ساڃي چگمڙسائي نظر آئي، تڏهن منهنجو رفيق حاجي ابراهيم تہ پنهنجي اٺ تان لهي پيو ۽ انن جي ڪري پوڻ جي گمان ڪري حاجي

بچل شاه پنهنجي رفيق سميت خواه ٻيا ڪيترائي حاجي لهي هليا مگر مان نہ لٿس ۽ شغدف جي وچ تي پلڻ تي چڙهي ويٺس، ڇاڪاڻ جو تسلي ٿيم تہ هينئر پوئين اٺ تي بہ بار ڪونهي جنهن ڪري آساني سان ڪڍ لڳو ايندو جو پنهنجي اٺ کي بہ تڪليف نہ ڏيندو ۽ پنهنجي اٺ تي بہ بار جهڪو، تنهن ڪري چڙهيو هليس ۽ مولود جو هڪ مصرع:

سردار لهج سار لنگهائيج لڪن تؤن

هٿ ڏيج بچائيج مون تي موٽ محمدا صلعم

سر سان چوندو هليس، تانجو خير سان خداء تعالیٰ انهيءَ خوفناڪ جبل تان پار ڪيو، پوءِ سڀ ڪو پنهنجي پنهنجي اٺ تي چڙهيو، پر هن ڪان پوءِ بہ آرام ڪنهن کي ڪونہ هو، ڇوجو باقي رستو منزل ... پڻ يڪو جابلو هو. هي رستو جابلو ڏسي بلڪ سڄو هي حجاج جو ملڪ جابلو ڏسي حيران ٿيس تہ ڪيئن قادر ڪريم پنهنجو ڪعبة الله شريف دنيا جي هيترن ملڪن وچون هڪ اهڙي جابلو ملڪ ۾ قائم ڪيو آهي جنهن کان زياده جابلو ڪوبہ ملڪ ڪونہ هوندو ۽ ڪيئن پروردگار پاڪ پنهنجا پيغمبر بلڪ پيغمبرن جي پير ۽ اسان جي آقا حضرت محمد مصطفیٰ احمد مجتبیٰ صلي الله عليه وسلم کي تاڪرو ملڪ ۾ پيدا ڪيو آهي، شايد هن ڪري جو هي ملڪ ساري جهان دنيا جو وچ آهي، جيئن هڪ شاهي عمارت جو دارومدار هڪ وچئين ٿنڀي تي هوندو آهي، تيئن سڄي جهان جي زمين جي عمارت جو دارومدار هن وچواري ملڪ جي زمين تي آهي. يعني هي ملڪ حجاز جو گويا دنيا جي زمين جي عمارت جو ٿنڀ آهي ۽ دستور آهي تہ عمارت جي ميزان قائم رکڻ ۽ عمارت جي بقاء لاءِ ٿنڀ کي مضبوط رکڻو پوندو آهي. تيئن خالق اڪبر کي منظور هو تہ دنيا جي زمين جي ميزان درست رکڻ لاءِ سندس ٿنڀ يعني ملڪ حجاز کي مضبوط ڪري. وري جيئن ڪاريگرن جو قانون آهي تہ عمارت جي ٿنڀ کي لوه جي ڪلن ۽ ميخن سان مڙهيندا ۽ مضبوط ڪندا آهن، تيئن ڪاريگرن جي ڪاريگر زمين جي ٿنڀ کي پڻ پٿر جي ميخن سان مڙهيو ۽ مضبوط ڪيو آهي ۽ قرآن مجيد فرقان حميد ۾ صاف فرمان ۽ ارشاد آهي تہ: والجبال اوتادا —

يعني اسان جبلن کي زمين جون ميخون کري پيدا کيو آهي، تنهن کري الله تعاليٰ هي هيترا سارا جبل جهان جي بقاءَ لاءِ جهان جي ئچ واري ملڪ ۾ بطور ميخن جي ٺاهي بيهاريا آهن ۽ تنهن کان سواءِ انهيءَ وچواري ملڪ ۾ انسانن جي اصلاح لاءِ پنهنجا انبياءَ عموماً ۽ سيدالمرسلين شفيع المذنبين صلعم خصوصاً پيدا کيو اٿس ۽ وري انهيءَ وچواري ملڪ جي پوري وچ ۾ اسلام وارن جي عبادت لاءِ پنهنجو کعبو شريف (بيت الله شريف) قائم کيو اٿس. سبحان الله وبحمده.

خير پوءِ ته خير سان قافلو منزل بيرم بريک وت باخ ڦتي مهل اچي پهتو. وري دستور موجب نماز ظهر وقت قافلو روانو ٿيو، قافلي جي روانگي وقت هر روز هر منزل جي باهران بدون جي چوکرن ۽ چوکرين جا هزار مزا هجن. بخشيش وٺڻ واسطي سڀ گڏجي هڪ سر سان هرهڪ شغدف جي آڏو واري واري سان اچي چون ته يا بالله حجک مقبول. يا بالله زيارت رسول صلعم - يعني اي حاجيو! خدا کارڻ خيرات ڏيو. الله تعاليٰ اوهان جو حج قبول کري شال. خدا کارڻ ڏيو. الله تعاليٰ اوهان کي زيارت رسول الله صلي الله عليه وسلم جي نصيب کري شال. يا حاج انشاءالله تعاليٰ سلامت - يا حاج ملڪ سلامت - يعني اي حاجي! بخشيش ڏي ته تون انشاءالله تعاليٰ سلامت هوندين. اي حاجي تون ڏي ته الله تعاليٰ توکي پنهنجي ملڪ سلامت پهچائي. تنهن کان پوءِ کن شغدفن مان کين بخشيش ملندي هئي ته کن مان خالي موٽندا هئا.

هاڻ شروع ٿيو نئون سال ١٣٤٥هه

تاريخ غره ماه محرم الحرام سنه١٣٤٥ سال نئين جي رات سومر جي وڏي اسر جو قافلو منزل ام البرق تي هلي رسيو، وري ڏينهن تي ظهر جي نماز بعد منزل الحقاء لاءِ کوچ کيائين ۽ اهو رستو انهيءَ منزل تائين پڻ جابلو ۽ سخت اٿانو هو، جو خير سان لتاڙي اشراق مهل اچي الحقاء وقت پهتو. هن منزل تي لک ۽ هوا گرم اهڙي سخت لڳي ٿي جو هرکو پنهنجي شغدف ۾ ويڙهيو وينو هو. نماز ظهر بعد منزل بعيد سمجهي بدون هکدم قافلو تيار کري ورتو ۽ روانگي کيائون، تانجو ڏينهن جو ۽ رات جو پنڌ کري صبح جو اچي

منزل وتر وٽ پهتاسون ۽ منجهند کان بعد وري پنهنجن اٺن تي سوار ٿياسون. اسان جي سواري اٺ هو سو ڪنواٽ، پر ڏاڍو تيز هو، جنهن ڪري اسان کي مٿس فخر هجي. مگر فخر ته خاص خداءِ تعاليٰ کي خاصو آهي ۽ اسان کي نه سونهين. اهو تيز پر اٺ ڏينهن ڏني جو ٻه پيرا ٿاٻڙجي ڪري پيو ۽ اسان ٻه ٻئي پيرا مولا ڪريم جي ڪرم سان پنهنجي شغدف مان نڪري ٽپ ڏئي وچي پيرن پر بيناسون. آخر سلامتي سان ورندي رات اسر مهل منزل عار وٽ اچي پهتاسون ۽ سمهي رهياسين. باخ ڦٽي جاڳيس ۽ پنهنجي شغدف جي اڳ ۾ بيهي بانگ چيم جو مديني جي ايندين ويندين سفر ۾ پنهنجي قافلي جو مون بانگو هوس ۽ پيش امام مولانا محمد صادق صاحب هو. فجر جي نماز منزل تي ۽ مغرب جي رستي تي اڪثر سنت جماعت ڪري پڙهندا هواسون، تنهن ڪري هن منزل تي پڻ فجر جي نماز جماعت سان پڙهي سي، پهر ڏينهن هڪ چين جو حاجي نالي ستا انهيءَ منزل ۾ هڪ کوه ۾ ڪري پيو ۽ مٿي ۾ ڦاڙ ٿي پيس، جنهن ڪري بي هوش ٿي کوه جي تري ۾ پيو رهيو. هڪ بدو هن کي رسن جي ذريعي ٻاهر ڪڍي آيو. اڌ مئو ٿيو پيو هو ۽ ساه چڪ سان سڪرات جهڙو ٿي ڪنيائين. مون پنهنجي رفيقن کي ڪوشش ڪري سندس هٿن پيرن کي خوب مالش ڪرائي، جنهن مان ايترو ٿيو جو هڪ جنگهه چورياٿين پوءِ هن کي مالش ڪري ۽ رهڻ جو تاڪيد ڪري پنهنجي قافلي ڏي ويس. وري قافلي جي تيارگي وقت ٻه حاجي ستا جي جاچ ڪندو آيس جو معلوم ٿيو ته ڪجهه سجاڳ ٿيو هو پر وري بي هوش ٿي ويو هو. تنهن کان پوءِ مدينه منوره ۾ انهيءَ چيني جا رفيق مليا هوا ۽ خبر ڪئي هوائون ته ستا حاجي سلامت آهي.

خير پوءِ ته اسان جي قافلہ وارن منجهند ڪرڻ نه ڏني ۽ اربع اربع ڪري قافلو ڪري روانو ڪيائون. تاريخ ٥ محرم رات جمعہ جي اسر مهل خير ۽ سلامتي سان پنهنجو قافلو منزل مقصود وٽ پهتو، يعني مدينہ منوره وٽ پهتو هو، مگر ڪجهہ وقت شهر کان ٻاهر رهيو، ڇاڪاڻ جو مدينہ منوره جي چوگرد هڪ شاهي ڪوٽ آهي ۽ ڪوٽ جا دروازا رات جو بند هوندا آهن. وڏو دروازو باب عنبري آهي جو پڻ بند

مديني ۾ پهچڻ

هو جنهن ڪري فجر جي نماز ٻاهر پڙهي سون. نماز بعد جلدي دروازه ڪليو ۽ سيئي پياده ائن سميت اندر داخل ٿياسون. واٽ ۾ هڪ ٻه سنڌي حاجي مليا جي اڳ پياده آيا هوا. انهن ڪان پنهنجي اڳي آيلن رفيقن جو پتو پڇيم پر بي خبري ڏيکاريائون. اجان اڳيرو ٿياسون ته اوچتو حاجي بخشڻ تي نظر پئي ۽ اهائي مهل جو حاجي عبيدالله، حاجي نبي بخش ۽ حاجي امير بخش پڻ ظاهر ٿيا ۽ خوب ڀاڪر پائي مليا ۽ مدينه منوره ۾ خير سان پهچڻ جي مبارڪ ڏنائون ۽ ساڻ هليا. ٿورو وڌياسون ته سامهون حضور اقدس رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جي روضي جي گنبذ خضريٰ تي نظر پئي ته بي اختيار سنڌي رواج موجب واتئون بسم الله الرحمٰن الرحيم نڪري وئي. پوءِ گهڻي تائين زبان تي درود شريف جاري هو. پوءِ هڪ ميدان ۾ بدون هلي ائن وهاريا جتي جي بينڪ ۽ شغدفن جي رکڻ جي جاءِ هئي. شغدف قافلي جا لاهي اتي رکيا ويا ۽ منجهائون سامان ٻاهر ڪڍيو ويو. حاجي احمد نوناري معلم سنڌي ساڪن مدينه منوره نياپي تي آيو ۽ مولانا محمد صادق وارن کي پاڻ وٽ وٺي ويو ۽ اسان ۽ حاجي بچل شاه وارن ۽ حاجي رسول بخش وارن ۽ حاجي عيدل ساڪرو کي هڪ جاءِ ڪرائي ڏنائين، پر اسان جي موافق نه هئي. تنهن ڪري حاجي بخشڻ هڪ گهر عبدالڪريم يماني جو مسواڙ تي ڪري آيو جو حرم شريف جي بلڪل پرسان باب جبرائيل ۽ باب النساء جي سامهون هو ۽ منجهس هر ڪنهن قسم جي سهوليت هئي.

اتي سيئي ٽانيڪا ٿي حرم شريف جي دروازه باب جبرائيل ڪان داخل ٿياسون. اول نبوي مسجد ۾ ٻه رڪعتون نفل پڙهڻ لاءِ وياسون - سبحان الله. الله جي تعريف آهي مسجد جي رونق ۽ خوشنمائي ڏسي ڏند چپن سان لڳي ويا. سڄي مسجد مزين ۽ منقش نظر آئي. مسجد جي قبن جو اندريون پاسو قسمين قسمين قنديلن سان سينگاريل ۽ مسجد جون پٽيون قرآن شريف جي آيتن زرين حرفن سان چٽيل ۽ مسجد جو فرش سنگ مرمر جي سهڻين ۽ قيمتي پٿرن سان جڙيل ڏٺوسون. ماڻهن جا هشام هوا. جن مان ڪي قرآن مجيد جي تلاوت ڪري رهيا هوا ته ڪي نفل پڙهي رهيا ته ڪي مسجد جي اپرندي

طرف حضور جن جي روضي اطهر جي زيارت ڪرڻ لاءِ وڃي رهيا هوا اسان ٻہ ٻہ رڪعتون نفل ادا ڪيوسون، تنهن کان پوءِ هڪ مزور يعني زيارت ڪرائيندڙ جي معرفت حضور جن جي روضہ شريف جي زيارت ڪرڻ لاءِ وياسون. روضي جي ڏکڻ طرف وڃي بيناسون، ڇوجو ڪعبة الله شريف روضي جي ڏکڻ طرف آهي، جنهن ڪري حضور صلي الله عليہ وسلم جن جو منهن مبارڪ ڏکڻ طرف آهي، جنهن وقت روضي مقدس جي پڃري وٽ بيناسون، ان وقت دماغ اسان جا الهي خوشبو کان معطر ۽ مخمور ٿي ويا ۽ جنهن وقت پڃري پاڪ جي هڪ وڏي ڳلکي مان اندر زيارت لاءِ نظر ڪئي سون ان وقت اسان جا قلب مضطرب، مطمئن ۽ مفرح ۽ فرحت ناڪ ۽ خوش لقا ٿي ويا. مان مولانا فتح محمد صاحب سيوستاني وارو مولود شريف پڙهيم، جنهن جو ٽل آهي تہ

ڳتڙڪي

نماڻو تنهنجي در تي يا رسول الله آيو اڄ
زيارت پنهنجي پيغمبر مون سڪايل کي ڪرايو اڄ

وري انهيءَ ڳلکي مون ڇتائي ڏٺوسين، جو معلوم ٿيو تہ مقبره مبارڪ جي چوڌاري ڪجهہ بيو پڃري وانگي آهي، جنهن جي چوڌاري وري غلاف چڙهيل آهي، جنهن ڪري مقبره حضرت جن جو عام جي ڏسڻ کان بلڪل پوشيده رهي ٿو. تربت شريف جي ايتري قدر پوشيدگي مان مون پنهنجي ناقص عقلي موجب سمجهي ويس تہ هي سڀ سندن دعاءِ مستجابي جو نتيجو آهي جا پنهنجي حياتي جي پوئين حصي ۾ گهرڻ فرمائي هوائون تہ اي بار خدايا منهنجي قبر کي اڳين نبين جي قبرن وانگر سجده گاه نہ بڻائجانءِ. سبحان الله – ٿيو بہ ائين جو جيئن پنهنجي حياتي ۾ هميشه پنهنجي پرستش کان هر ڪنهن کي روڪيندا رهندا هوا، تيئن برقعہ مٿائڻ بعد بہ پرستش ۽ پوڄا ٿيڻ کان محفوظ رهيا.

ماشاءالله سندن مقبره اهڙي هنڌ آهي جو نڪو ڪو ڪيس هٿ لائي ۽ نڪي وري ڪو چمي ڏئي نہ وري ڪو ڏسي سگهي. پنهنجي ملڪ ۾ عام طور ڏٺو ويو آهي تہ اوليائن جي مقبرن وٽ خلق خدا تعاليٰ جي ڪيڏا ڪيڏا شرڪ جا ڪم ڪندي رهندي آهي، ايتري

واسطي جو اولياءالله تعاليٰ جا پيارا ٻانها آهن. مگر جيڪڏهن رسول الله صلي الله عليه وسلم جن اوليائن جا به سردار آهن، مقبره اوليائن جي مقبرن وانگر ظاهر ۽ عام طرح ڪليل هجي ها ته سجده ته هڪ معمولي تعظيم شمار ۾ اچي ها. الحمدالله اسان جو سردار اسان جو پيشوا، اسان جو رهبر ۽ اسان جو مولا دنيا جي ۽ آخرت جو توحيد ۾ موحد اعظم آهي. خير پوءِ مزور اسان سڀني کي الصلواة والسلام عليک يا رسول الله وارو درود شريف وڏي آواز سان پڙهايو ۽ فاتح چورايائين. پوءِ ٿورو اوير سرياسين ته حضرت ابوبڪر صديق رضه جي مقبره جو حضور صلي الله عليه وسلم جن جي پيراندي کان آهي، زيارت ڪرايائين ۽ سلام ۽ دعائون پڙهيائين. وري حضرت ابوبڪر رضه جي پيراندي کان حضرت امير عمر فاروق رضه جي مقبره جي زيارت ڪرايائين ۽ فاتح پڙهايائين. الله اڪبر - جناب رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جا ٻئي وڏا اصحاب ساڻن دنيا جي حياتي ۾ ته گڏ هوا پر برزخ ۾ به گڏ آهن ۽ ان ڪري آخرت ۾ به گڏ هوندا. انشاءالله تعاليٰ. منهنجو شيعن ڀائرن کي عرض آهي ته هو اصحابن جي هن فضيلت ۾ پڻ ڪجهه غور ڪن ۽ تعصب ڇڏي انصاف کان ڪم وٺن ۽ پنهنجي قلبن مون انهن رسول الله صلي الله عليه وسلم جي عاشقن صادقن ڏهون عداوت هڪدم ڇڏي ڏين. تنهن کان پوءِ مزور اسان کي پيجري پاڪ جي ايرندي پاسي وٺي هليو، جتان روضه شريف جو دروازو آهي جو صبح شام روشني وغيره واسطي کوليو ويندو آهي. دروازي جي سامهون بيهاري چيائين ته اها سامهون تربت سيدة النساء فاطمة الزهريٰ جي آهي. الحمدلله رسول الله جي پياري نياڻي رسول خدا جي جگر جو ٽڪرو به پنهنجي بابي سردار جي پر ۾ آهي. مزور اسان کي سلام چورائي ۽ فاتح پڙهيائين، تنهن بعد مزور کي ڪجهه بخشيش ڏني ۽ هڪ ٿلهي جي زيارت ڪرايائين، جنهن تي حضور صلي الله عليه وسلم جن جي زماني ۾ اصحاب صفه جا وهندا هوا ۽ هينئر حرم شريف جا خدام وهن ٿا. موٽي جاءِ تي آياسون. جمعه جو ڏينهن هو سو سڀ ڪنهن غسل ڪري ڪپڙا پهريا ۽ مان به ائين ڪيو. نماز کان اڳ به ڪلاڪ اڳي مسجد ۾ وڃي رهيس ۽ مسجد جي اڳئين صحن ۾ جاءِ

اها تربت مسگواري اسان به ڏٺي الحمدلله
حاجي احمد چنه

وٺي ويٺس، ڇاڪاڻ جو مون کي پنهنجا افعال سُجها پئي جو ڊرائي ۽ سستي ۾ مون کي ڪمال شهرت حاصل آهي. منهنجا رفيق بہ سڀ اچي ويا. جماعت تمام گهٽي ڪني ٿي وئي، مسجد جا اڳيان ٿي حصا مردن سان ٽمٽار ٿي ويا ۽ چوٿون حصو اهل النساء سان پرجي ويو. مسجد نبوي ۾ هي انتظام سهڻو نظر آيو جو اهل النساء جي نماز واري جاءِ کي چو طرف ڪاٺ جو پڃرو لڳل آهي، اسان جي ملڪ جو هڪ ٻَجو عرب جي ساڍي پنجين جي برابر آهي. ساڍا پنج وڳائي مس تہ سڀني منارن تان اذان جا آواز خوش الحان اچي ويا ۽ سڀ ڪنهن سنت پڙهي پوري ڪئي تہ هڪ مؤذن منبر تي چڙهي خطبي لاءِ بانگ ڇئي. خطيب حنفي مذهب جو هو جنهن خطبو تمام عمدو پڙهيو. خطبہ بعد فرض پڙهايائين. فرض بعد نماز پوري ڪري جاءِ تي آيا سون.

شام جو ٽيهري جي نماز کان پوءِ حاجي عبيدالله سان گڏجي مقام جنة البقيع جي زيارت ڪرڻ ويس ۽ ڏٺم جيئن ٻڌو هئم يعني قبو تہ نالي کي ڪونہ هو. باقي مقبرا جي کي ننڍا نهيل هوا، اهي پنهنجي حالت تي نظر آيا ۽ جيڪي وڏا هوا، اهي ڊٺل ڏٺم، جن جا نالي ڪاڻ فقط نشان ڇڏيل آهن. مثلا حضور جن جي وڏن ٽن معصومن ۽ سندن ٽن حرمن پاڪن جا مقبرا ۽ حضرت امام مالڪ ۽ حضرت امير المؤمنين عثمان غني ۽ دائي حليمہ رضہ جا مقبرا اصلي حالت تي قائم آسن. باقي حضرت امير المؤمنين امام حسن رضہ ۽ امام زين العابدين رضہ ۽ اصحابن جي مقبرن جا فقط نشان موجود آهن. هي حالت ڏسي حيرت انگيز ٿيا سون، مگر سڀ مشئيت مولا جي سمجهي سڀني اوليائن کي ختمون ڇئي موٽي جاءِ تي آيا سون. ٻئي ڏينهن تي منهنجا رفيق حاجي بخشڻ وارا جده روانا ٿي ويا. خير حاصل ڪلام (قصو ڪوتاه) تہ اسان کي مسنون طريقہ موجب مسجد نبوي ۾ چاليهہ نمازون پڙهڻيون هيون. جنهن ڪري روزانہ پنج نمازن جي حساب سان اسان اٺ ڏينهن مدينہ منوره ۾ رهياسين. انهن اٺن ڏينهن ۾ حضرت جن جي تہ هر روز زيارت نصيب ٿيندي هئي. مگر ٻيون بہ شهر ۾ خواه پسگردائي ۾ گهڻيون زيارتون ڪيون سين. جيئن تہ جبل احد جي ۽ جبل احد وٽ حضرت سيدنا حمزه رضہ جي زيارت ڪئي سون. پراٺي

مديني شريف ۾ مسجد قبا جي زيارت ۽ هن مسجد شريف جي عمارت جو بنياد حضور صلي الله عليه وسلم جن پنهنجي هٿن سان پاڻ وڌو هو، جنهن وقت مڪي معظم مان هجرت ڪري پهريون ئي اتي پراڻي مديني منوره ۾ اچي ٿيا هوندا.

بير عثمان جي زيارت. هي هڪ کوه جي زيارت آهي. هي کوه حضور صلي الله عليه وسلم جن جي زماني ۾ يهودين جي ملڪيت هو. يهودي مسلمانن کي تعصب ۽ دشمني سببان پاڻي ڀرڻ نه ڏيندا هوا. ان ڪري حضور صلي الله عليه وسلم جن اصحابن جي آڏو هڪ ڏينهن اظهار فرمايو هو ته جيڪو مؤمن هي کوه ڪافرن کان خريد ڪري مسلمانن جي آسائش ۽ آرام واسطي وقف ڪندو ته آءٌ ان کي بهشتي هوڻ جي بشارت (خوشبخري) ڏيندس. جنهن تي حضرت عثمان غني رضہ اهو کوه هڪدم ڪافرن کان خريد ڪري پنهنجي قوم اسلام لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هو. تنهن ڪري اڄ تائين انهيءَ کوه جي نسبت انهيءَ کوه ڏي ڏني وڃي ٿي ۽ بير عثمان جي ڀرسان مسجد قبلتين جي زيارت. هن مسجد ۾ ٻه محراب آهن، هڪڙي محراب جو رخ بيت المقدس ڏي ۽ ٻئي جو بيت الله شريف ڏي آهي. اهو انهيءَ ڪري جو اول زماني ۾ حضور صلي الله عليه وسلم جن بيت المقدس شريف ڏي منهن ڪري نماز پڙهندا هوا. پوءِ انهيءَ مسجد ۾ ڪين ڪعبة الله کي قبلي بڻائڻ جو حڪم آيو هو. تنهن ڪري يادگار لاءِ اهو محراب بيت المقدس وارو اڃان سوڌو ڇڏيو ويو آهي، حالانڪ انهيءَ محراب ۾ نماز پڙهڻ حرام آهي ۽ مسجد قبلتين جي نزديڪ پنجن مسجدن جي زيارت. انهن مسجدن ۾ هڪ مسجد اهڙي آهي جنهن جي هيٺان هڪ وڏو برسات جي پاڻي سان ڀريل تلاءُ آهي جنهن ۾ [illegible] ڪيوسون ۽ مسجد ۾ نفل پڙهيوسون ۽ مدينہ شريف منجهہ حضور صلي الله عليه وسلم جن جي قبله گاه حضرتنا سيدنا عبدالله رضہ جي روضي جي زيارت ڪئي سون، مگر مقبره جي زيارت نہ ٿي سگهي جو نجدن روضي جو دروازو صفا بند ڪري ڇڏيو آهي. ان ڪري حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي والده ماجده جي زيارت بہ ڪليل نہ ڇڏي اٿن، جهڙي طرح مڪه معظم جي مقام جنة المعليٰ ۾ سندن ڏاڏن سڳورن

جي زيارت ڪليل نہ ڇڏي اٿن ۽ مسجد جي زيارت ڪئي سون. هي اها مسجد آهي جتي پاڻ حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن عيد نماز پڙهائيندا هوا. غرض تہ اهي زيارتون ڪيون سون. مدينو شريف ڳلي ڳلي ڏنوسون ۽ بزار چڱي طرح گهمي سون. مدرسن ۽ ڪتبخانن جو ديدار ڪيوسون، شهر جي ماڻهن جي ملاقات حاصل ٿي. ماڻهو هن سڳوري شهر جا چڱا، سادي طبيعت، نيڪ نيت ۽ خوبصورت ۽ خوش خلق آهن.

مدينې کان واپسي

تاريخ ١٣ ماه محرم سنہ ١٣٤٥ھ ڏينهن چنچر جو نائين ڏينهن واپس ٿيڻ جي تياري ڪئي سون. شيخ احمد نوناري پهرين پهر اسان وٽ آيو ۽ چيائين تہ حڪومت هرهڪ شغدف تان پنج مجيديون وصول ڪرڻ جو حڪم ڪيو آهي سو ڏيو، اسان مجبور ٿي ٻن ٻن ڄڻن اها چٽي بہ ڀري ڏني سون. تنهن ڪان پوءِ تياري ڪري ظهر وقت حرم شريف ۾ حضور جن جي آخرين زيارت ڪري آيا سون. صلواة ۽ سلام چئي الوداع الوداع يا رسول الله صلي الله عليه وسلم الفراق الفراق يا رسول الله صلي الله عليه وسلم پڪاري ۽ نماز پڙهي پنهنجن شغدفن وٽ وياسون ۽ اسباب ناهي نڪي رکيرسون. نماز عصر بعد بدون سڳورن اٺ آٿي شغدفن وٽ وهاريا. اربع اربع ڪري قافلو تيار ڪيائون ۽ شهر ڪان ٻاهر پيادا نڪتاسون. ڪوٽ جي دروازي عنبري ڪان ٻاهر نڪري اٺن تي سوار ٿي راهي ٿياسون. شهر مان اوير نڪرڻ ڪري رات هڪ پهرين منزل بير علي تي لهي پياسون، هن کوه جي نسبت حضرت علي رضہ ڪي ڏني وڃي ٿي. چاڪاڻ جو معلوم ٿيو تہ هي کوه سندن ملڪيت ۾ هو ۽ پاڻ اتي آبادي ڪرائيندا هوا ۽ خوش قسمتي اسان جي جو هڪ اهڙي مسجد ۾ نماز پڙهي سون جنهن ۾ حضور صلي الله عليه وسلم جن مڪي شريف حج تي ويندي احرام ٻڌي نفل پڙهندا هوا. اها مسجد ذوالحليفہ جي نالي سان مشهور آهي ۽ مديني جي مسلمانن لاءِ ميقات آهي، جيئن اسان هندستان وارن لاءِ يلملم جبل ميقات آهي.

رات خير جي گذاري ڏينهن جو منزل ڪوچ ڪئي سون. تاريخ ١٥ محرم سنہ ١٣٤٥ھ رات سومر جي منزل بير مهار تي اچي

ٿيا سون. انهيءَ منزل تي بدون چيو تہ جيڪڏهن اوهان مان هرهڪ منزل رابغ تائين اسان کي هرهڪ منزل جي دستور بخشيش في شغدف پنج قرش حساب سان اڳوات ڳڏي ڏيندا تہ اسان اوهان جو قافلو اڳي ڪڍي هلنداسون. يعني ويجهي منزل ڪرڻ جي بجاءِ پري پري ڪندا هلنداسون. تنهن تي اسان سڀ راضي رهياسون، ڇاڪاڻ جو انديشو ٿيو تہ متان جهاز موجوده جدي بندر مان اسان کان اڳي پرجي روانا ٿي وڃن ۽ اسان کي ٻين جهازن جو انتظار ڪرڻو پوي، تنهن ڪري بدون کي بخشيش يڪ مشت ٿي ڳڏي ڏني سون. پوءِ تہ بدوي منزل کي وڌائيندا هليا. جيئن تہ بيرڪار کان بعد منزل وتر هئي جا ڪاٽي آٿي قافلو منزل خلص تي لاٿائون، منزل خلص بعد منزل الحفاء هئي، مگر هن جي بجاءِ منزل بير غازئي وٽ ڪيائون. منزل بير غازئي بعد هن بروقت سڌو منزل بيرام بريڪ جي هلڻ جو واعدو ڪيو هو مگر انن ۾ پوتو نہ پانيائون تنهن ڪري رات منزل ام البرق ۾ رهايائون. ام البرق بعد بيرام بريڪ، بيرام بريڪ بعد منزل رابغ وٽ قافلو لاٿائون.

هتي اسان کي دستور موجب بہ راتيون رهڻيون هيون. پر جدي تائين اڳوات بخشيش وٺڻ جي طمع تي ڏينهڪ تياري ڪيائون. اسان بہ سيني کان جدي تائين ٽن منزلن جي بخشيش في شغدف ١٥ گرشن جي حساب سان وصول ڪري ڪين ڏني. جنهن کان پوءِ قافلو هڪليائون ۽ هڪ منزل اسان کي گريما وٽ ڪرايائون ۽ ٻي منزل لاءِ ذهبان ۾ لاٿائون جو منزل ذهبان وارن بدون جي پڻ ساڳي حالت نظر آئي، جهڙي گريما واري جي هئي. يعني ڪانيون يا پاٽي جو وڪري ڪرڻ لاءِ آنداٿون ٿي، سو شغدفن کان پري بيهي حاجين کي پاڻ ڏي سڏي فروخت ڪيائون ٿي. جيڪڏهن ڪين پاڻ ڏي سڏيو ويو ٿي تہ چيائون ٿي: حڪومت يضرب سعود يضرب - يعني سرڪار سزا ڏيندي، ابن سعود ماريندو. هنن جي هي حالت عبرت ۾ وجهندڙ هئي، ڇاڪاڻ جو بدون جهڙا سخت ماٿهو اهڙا ڪنبايل جو حڪومت جو هڪ ماٿهو بہ حاضر نہ هجي ۽ ابن سعود جو پتو بہ نہ تہ الائي ڪهڙي هنڌ آهي. مڪي ۾ آهي يا نجد ۾ تہ بہ هن کان اهڙا ٿا ڊڃن جهڙو اسان جي ملڪ ۾ بار للون ڪؤن ڊڄندا آهن ۽ وري بير غازي جي بدون جي عجيب حالت نظر

آئي. انهن جي دڪانن تان حاجي عبيدالله راٽيپوري ۽ مان سيڌو ونڻ ويا هواسون. سيڌو جاچيندا، اگهه پڇندا پريرو هڪ اوتائتي اهڙي هٽ ۾ وڃي نڪتا هواسون جتي جيڪڏهن ڪو اسان ڪي ڦرمار ڪري ها ته اسان جي هوند ڪوڪ به قافلي تائين نه پهچي ها. انهيءَ دڪان ۾ ٽي بدوي دڪان اندر ويٺا هوا ۽ هڪڙي اتي سيڌو ڏيکاريو جو پسند ڪري خريد ڪيوسون ۽ حاجي عبدالله پنهنجي حمياٽي ڪولي ڪين پئسا به ڏيڻ لڳو ۽ ساڻن خوش طبعي به ڪرڻ لڳو. جيئن هر منزل تي پنهنجي قافلي وارن بدون يا ٻين سان ڪندو هلندو هو ۽ همياٽي ڏيکاري اشارو ڪري ڪين چوڻ لڳو ته هذا فلوس ڪثيرا ابن سعود - يعني هن جي انهيءَ لاءِ چوڻ جي مراد اها هئي ته اجهو پئسا ڪوڙ ڦريو ابن سعود سمجهو ٿو. ابن سعوذ جو نالو ٻڌي هنن جا تارا ئي جڻ ساوا ٿي ويا ۽ ڪنهن به نه ڪڇو. باقي هڪ شخص سو پنهنجي اشهد آگر پنهنجي نڙي تي رکيائين ۽ اشاري طور جواب ڏنائين. يعني هن جي انهيءَ اشاري جي اها مراد معلوم ٿي ته هاٽي ڦريندا سون ته ابن سعود مارائي ڇڏيندو. غرض بدوي سڳورن جي قلبن تي ابن سعود جو ايڏو ته رعب ويهي ويو آهي جو پرپٽ به ڪائونس ڍڄي رهيا هوا. هي سڀ ڪجهه هنن بدون لاءِ هڪ شامت اعمال آهي، ڇو جو هو هميشه ظلم ڪندا هوا. ويچارن پرديسن ڪي ڦرندا هوا ۽ حاجن سڳورن جا ناحق خون هاريندا ۽ انهن ڪي ماريندا هوا. الله تعاليٰ ۽ رسول الله صلي الله عليه وسلم جي عاشقن ڪي ناحق ستائيندا هوا. جڏهن هڪ مؤمن نه بجاءِ خود پر هڪ انسان ئي جي دل راضي رکڻ وڏو ثواب آهي. جيئن هڪ عاشق صادق جو فرمان آهي ته:

دل بدست آور که حج اکبر است - از هزاران کعبه یکدل بهتراست
کعبه بنیاد خلیل آذر است - دل گذرگاه جلیل اکبر است

۽ تنهن ڪري انهيءَ انسان جي دل ناراض ڪرڻ ته تمام وڏو گناه آهي، تڏهن هڪ سچي مؤمن ڪي ڦرڻ ۽ هن جي بيگناه رت هارڻ ڪيڏو نه ڪبيرو گناه هوندو ۽ آهي به بيشڪ ڪبيرو گناه ۽ گناه به اهڙو جو نه لائق شفاعت جو آهي ۽ نه قابل بخشش. هڪ بيگناه مؤمن جي قاتل ڪي قرآن مجيد فرقان حميد ۾ الله پاڪ لعنتي ۽ هميشه جهنم جو

سزاوار سڏيو آهي. الله تعاليٰ جي هڪ صفت جو واحد القهار آهي، سو جڏهن سندس قهر کي آخر جوش آيو تڏهن ظالم قوم تي جابر قوم غالب ڪيائين. چڪر قوم تي لتر قوم کي موڪليائين ۽ بدون جي قصائي قوم تي نجدن جي وهابي قوم کي حڪومت بخشيائين. هي حڪومت بدون لاءِ رحمت الهي پڻ ثابت ٿي آهي. ڇاڪاڻ جو اڳ هنن جو گذران ڦر مار تي هو ۽ هاڻي هو اڪثر تجارت جي سهڻي ڌنڌي کي وٺي ويا آهن. مثلاً هر ڪنهن منزل تي ته بدون جا عام دڪان ڏٺا ويا پر هن ذهبان واري منزل تي ته بدون جي باقاعده بازار نظر آئي. بازار جا هٽ هواسو جهوپڙن ۾ پر هر چيز موجود هئي. ڪنهن هٽ ۾ هوٽل جاري هو ته ڪنهن هٽ تي شربت چاه تيار هئي، ڪنهن هٽ تي ڪپڙو وغيره رکيل هو ته ڪنهن هٽ تان هرقسم جو وکر ملي سگهيو ٿي.

ڪنهن وقت ۾ هن منزل جي آسپاس جا بدوي معلوم ٿيو ته مشهور ڦورو هوا ۽ هن وقت ۾ هو وڏا واپاري ٿي رهيا آهن. ٿوري وقت ۾ ايڏو تغير ٿوري وقت ۾ ايڏي تبديلي الله اڪبر - مگر افسوس ته مون کي پنهنجي سنڌ جي مسلمانن تي آهي ته هو بيڪاري کي گهڻو پسند ڪندا آهن ۽ نوڪري ڪرڻ کي سيني ڌنڌن کان افضل ڄاڻندا آهن. حالانڪ هرهڪ کي خبر آهي ته نيچ نوڪري پڻ بيڪار، اتم کيتي وڏي واپار ۽ اکين سان واٽين کي ڏسي رهيا آهيون ته هو واپار کي بارين بچين وٺي ويا آهن ته دنيا ۾ ڪيتري قدر ترقي ڪري چڪا آهن. اهڙي طرح عربستان ۾ شهرن جا مسلمان ته اڪثر واپاري آهن ته آسودا به آهن ۽ هينئر بدوي به واپار کي وٺي ويا آهن ته هو به آسودا ٿي رهيا آهن. هي واپار جو ڌنڌو اسان مسلمانن جو ورثو آهي، سو اسان کي ئي ڪرڻ گهرجي ۽ نوڪري غلامي آهي سو اهو ڌنڌو پلي ته غير مسلمانن لاءِ ئي وقف ڪري ڇڏجي. انشاالله تعاليٰ.

خير پوءِ ته ظهر نماز بعد بدون اربع اربع ڪري تياري ڪئي ۽ قافلو روانو ڪيائون. قافلو هلندو هليو تان جو تاريخ ٢٣ محرم ڏينهن اگاري جي علي الصباح خير سان هلي جده شريف جي ڪوٽ جي دروازي وٽ پهتو. دروازي وٽ شيخ ابراهيم صباغ معلم جو وڪيل ابوبڪر انهيءَ مهل اتي اڳئي موجود هو. دروازي کلڻ بعد اسان کي

شور سان ڏسڻ ۾ آيو تاريخ ۲۹ محرم جي جهاز عربي سمنڊ ڇڏيو ۽ هندي سمنڊ ۾ داخل ٿيو ۽ اتاهون وٺي اسان نماز ساڄو الهندي طرف منهن ڪري پڙهڻ شروع ڪئي، ڇاڪاڻ جو هن وقت تائين اسان مختلف طرفن ڏي منهن ڪري نماز پڙهندا ويا هواسون ۽ آياسون. مون غور ڪيو ۽ ڪعبة الله شريف جو تصور خيال ۾ آڻي معلوم ڪيو، جيئن مڪه معظمه ۾ سندس ويجهو طواف ڪيو هوسون. تيئن پراهون پير ڪري آياسون. مثلا حج تي ويندي جڏهن عدن پهتا هواسون تڏهن الهندي ڪان ڦري اتر طرف منهن ڪري نماز پڙهندا ويا هواسون. جڏهن ڪامران پهتاسون ۽ ڪامران ڪان بعد جده روانا ٿياسون تڏهن هوريان هوريان ٻن ٻن ڇئن ڇئن پهرن ڪان پوءِ پنهنجو منهن نماز لاءِ اتر ڪان اوڀر طرف ڦيرائيندا وياسون. جده شريف ۾ پهچڻ بعد نماز سر اوڀر پڙهي سين، جده ڪان مڪه معظم تائين اهڙي طرح وري جڏهن مڪه معظم ڪان مديني منوره ويا هواسون تڏهن سر ڏکڻ پڙهندا وياسون ۽ مديني شريف ڪان موٽندي منزل ذهبان تائين پڻ اهڙي طرح منزل ذهبان ڪان جده تائين ۽ جده ڪان ڪامران تائين ساڄو اوڀر ۽ ڪامران ڪان عدن تائين ساڄو اتر پڙهندا آياسون ۽ عدن ڪان بعد ساڄو پنهنجي وطن وارو طرف اچي ورتوسون.

غرض ته ڪعبة الله شريف کي چوڌاري ڦري آياسين - سبحان الله قربان اسلام جي عمدي تعليم تان اسلام جي اها تعليم آهي ته اڄهان مسلمان هڪ الله جي عبادت ڪريو ۽ ان وقت پنهنجو منهن ڪعبة الله شريف ڏي ڪريو پوءِ ڪاٿي به ڪٿي هجو. يعني جيڪڏهن ڪعبة الله شريف جي اوڀر ۾ آهيو يمني هندستان ۾ خواه ان جي متصل ملڪن ۾ ته ڏکڻ منهن ڪريو ۽ جيڪڏهن ڪبعه شريف جي ڏکڻ ۾ آهيو ته يعني يمن خواه ان جي متصل ملڪن ۾ ته اتر منهن ڪري، انهيءَ تعليم جو ڪو اهو غرض ناهي ته اوهين ڪعبه جي وجود جي عبادت ڪريو، يا بت پرستن وانگي ڪعبه جي پٿرن جي پوڄا ڪيو، نعوذبالله منها بلڪ اهو غرض آهي ته اوهان سڀجي جهان جا مسلمان هڪڙي الله جي پوڄا ڪريو. اهڙي حالت ۾ جو اوهان جو منهن ڪعبة الله شريف ڏي هجي، پوءِ ڪهڙي ملڪ ۾ به ڪٿي هجو. هي غور ڪرڻ جو مقام آهي ته

اسلام جي سهڻي تعليم سڄي جهان جي مسلمانن کي ڪيئن نه پاڻ ۾ ملائي ڇڏيو آهي، اها تعليم اخوت اسلامي جو هڪ عجيب مثال آهي مسلمان، مشرڪن وانگر حيوان پرست يا بت پرست يا دريا پرست يا آگ پرست نه آهن، بلڪ سيئي هڪ الله تعاليٰ جا پوڄاري ۽ نبي تي ڪلمون پڙهندڙ آهن، پوءِ ڪٿي به هجن ڪهڙي بولي وارا ۽ ڪير به هجن. مطلب ته غير اسلام وارا جيڪڏهن پنهنجي دلن مان تعصب ۽ دشمني ڪڍي سچي دل سان اسلام جي فقط هن تعليم جو ملاحظو ڪن ۽ اسان جي فقط نماز واري عبادت ۾ غور ڪن ته جيڪر لا اله الاالله محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم چوڻ ۾ مطلق دير نه ڪن. مگر افسوس آهي جو هنن جي دلين ۾ ۽ ڪنن تي الله تعاليٰ مهر هڻي ڇڏي آهي جو حق نه دل سان هنڊائيندا نه ڪنن سان ٻڌندا ۽ هنن جي اکين تي پردو آهي جو حق ڏسي نه سگهندا. الامان - ويچارا دنيا ۾ ته دين الهي جي فيض کان محروم آهن پر آخرت جي سخت عذاب کان به ڇٽل نه هوندا. نعوذبالله من شر ذالک.

خير پوءِ ته جهاز پنهنجي هندي سمنڊ ۾ هلڻ لڳو پر سمنڊ جي هڪ اهڙي سخت ٻارئي منجهان اچي لنگهيو، جتان جهاز کي اهڙا لوڏا اچڻ لڳا جهڙا پينگهه ۾ ايندا آهن. اهڙي حالت هجي جو هڪ پاسي سمهيل هجون ته لوڏي تي ٻئي پاسي اٿلجي وڃون. ٿانون ٿپڪن جو ته ٺهڪو پيو پوي. حاجن ويچارن جا رڌل ديڳڙا اونڌا ٿي پون ۽ الٽي جا ته حاجن ۾ ڪوڪرا هجن جو مان به ڪيترائي دفعا ڪئي. ٻلا سانوڻي جو سمنڊ سو الله الصمد سڀ ڪنهن جي زبان تي جاري هو. ٻه ڏينهن سانده اها حالت هئي. آخر وري اچي مانيٽي سمنڊ ۾ پياسون جو پوءِ فرحت ٿي الحمدلله. الله تعاليٰ جي فضل سان هن جهاز جي حجاج ڏي ٻي ڪل خيريت هئي، ڪن ٿورن سنڌن دستن جي شڪايت ڪئي ٿي جن کي دوا پيارم ته تندرست ٿي پياهوا. هن جهاز ۾ اڳئين جهاز کان فساد به گهٽو جهڪو هو، جنهن جو قوي باعث اهو هو جو ايراني هن جهاز ۾ بلڪل ٿوراهوا.

تاريخ ۳ صفر المظفر سنه ۱۳۴۵هه ڏينهن جمعه جو ٻي بجي ڏاري جهاز خير سان منهوڙي ۽ ڪياماڙي جي وچ ۾ اچي پهتو ۽ اسان

خوشي وچؤن جهاز جي حاطي وٽ بيهي بندر ڪيماڙي ڏي ڏسڻ لڳاسون جو ڏنوسون ته سامهون سون هزارن جي تعداد ۾ مخلوق حجاج جي انتظار ۾ بيٺي آهي.جهاز کي ويجهو ايندي ڏسي هنن الله اڪبر جا نعرا ۽ سلامن جا اشارا هٿن سان شروع ڪيا ۽ اسان به سندن جواب ۾ ائين ڪيو، تانجو هوريان هلي جهاز ڪنڌي سان لڳو. جهاز بيٺو ته جهاز کي هڪدم ڏاڪٽيون لڳيون. جن تان ڪراچي جا لهندڙ حجاج لٿا ۽ اسباب مزورن لاٿو. باقي جهاز ۾ به حصا حجاج رهيا، جن کي بمبئي بندر تي لهڻو هو. پوءِ اسان به هڪ مزور کان اسباب ڪڍائي ٻاهر سرڪاري بارڪن ۾ آندو، جتي ڪيس ست آنه مزوري ڏئي روانو ڪيوسين. حاجي عبدالله ۽ حاجي بخشڻ جيڪي بيوفا ٿي مون کان اڳي ئي هليا آيا هوا، سي به اتي موجود هوا ۽ اچي مليا. ايتري ۾ اتي ٻئي سرڪاري ڪامورا انگريزي لباس ۾ آيا جن اچي سيني جي سامان جي تلاشي ورتي، شايد انهيءَ گمان تي ته متان ڪنهن حجاز کان هٿيار تمنچ يا بندوقن جهڙا آندا هجن. انهيءَ مهل انهيءَ بارڪن ۾ ٻئي طرف کان ڪراچي جي ڪن سنين جن حجاج جي دعوت لاءِ اڳيئي پلاءَ جون ديڳيون تيار ڪرائي رکيون هيون، تن جي نوڪرن هرهڪ کي گلمن تي وهاري ماني کارائي، پوءِ رخصتي ڏني.

مانيءَ بعد ڪي سنڌي ڳوٺ وڃڻ لاءِ ريل ۾ سوار ٿي ٿيا جا ان وقت اتي جو اتي تيار بيٺي هئي ۽ ڪي ڪراچيءَ شهر ڏي روانا ٿيا ۽ حاجي نبي بخش فقير به اوڏهن ويو ۽ اسان بہ هڪ گاڏو هڪ روپيه هڪ آنه ۾ ڀاڙي تي ڪري ان ۾ پنهنجو اسباب رکائي ڪراچي آياسين. رات جو صوبه سنڌ خلافت آفيس ۾ ٽڪياسين ۽ شهر جو ڪم ڪار لاٿوسين. صبح جو سواءِ حاجي ابراهيم شڪارپوريءَ جي جو هو پنهنجي سانگي سان رهي پيو، اسان ڏهين بجين ڪوٽيا ميل ۾ حيدرآباد جون ٽڪيٽون وٺي چڙهياسين. چاڪاڻ جو حاجي نبي بخش لاشاري اسان کي دعوت ڪئي هئي. آخر ٢ بجي ڏاري حيدرآباد اسٽيشن کان اچي لٿاسين هڪ رات ۽ هڪ ڏينهن حاجي نبي بخش وٽ ترسياسين، حاجي عبدالله راٽي پوري جو ڪراچي کان جدا ٿي ويو سو بہ اتي حاجي نبي بخش وٽ اچي نڪتو، شام جو حاجي نبي بخش

کان رخصت ورتي سين ۽ تاريخ ٦ صفر رات سومر جي ساڍي ڏهين بجي واري گاڏيءَ ۾ سوار ٿياسون، مگر حاجي عبيدالله ۽ حاجي بخشڻ جن وري بہ بيوفائي ڪئي جو آخرين سفر ۾ بہ سنگت ڪري نہ هليا ۽ ٽڪي پيا، ڇيائون تہ اسان سياڻي پنهنجي سهوليت تي ايندا سون. خير پوءِ تہ ساري رات گاڏي ۾ هواسون. صبح جو مان ۽ حاجي عبدالله پنهنجي ڳوٺ واري اسٽيشن راٽيپور کان خير سان اچي لٿاسون ۽ حاجي اميربخش جنهن کي پنهنجي ڳوٺ جي سهنج تي لهڻو هو سو چڙهي ويو. اسٽيشن راٽيپور تي شهر راٽي پور جا ڪيترائي ماڻهو منهنجا دوست ۽ حاجي عبدالله جا عزيز اڳي ئي اچي موجود ٿيا هوا، ڇو جو هنن کي ڪراچي پهچڻ ۽ ڳوٺ اچڻ جو اطلاع اڳواٽ ڏنو هيوسون. سڀ خوب ڀاڪر پائي مليا ۽ مبارڪون ڇيائون ۽ نماز فجر جي پليٽ فارم تي باجماعت پڙهي سون. پوءِ اسٽيشن کان ٻاهر نڪتاسون تہ ميان غلام علي شاہ ساڪن هالاڻي منهنجو ڀقات ۽ ميان محمد شاہ درازائي منهنجو چاچو پڻ نظر چڙهيا ۽ مليا تنهن کان پوءِ روانا ٿياسون ۽ شهر جا مولودي مولود چوندا هليا. تانجو شهر جي پيرن جي خانقاه واري مسجد ۾ اچي پهتاسون. جتي حاجي عبدالله ۽ مان نفل شڪراني جا پڙهياسون ۽ خانقاه وارن مقبرن جي زيارت ڪئي سون. تنهن کان بعد حاجي عبدالله ۽ سڄي جماعت کان موڪلائي ميان غلام علي شاہ وارن سان گڏجي درازين پهتس ۽ ساڳا مولودي بہ اوستائين ساڻ هليا. وري اتهون جي خانقاه واري مسجد ۾ بہ نفل شڪراني جا پڙهي خانقاه جي زيارت ڪري پوءِ چاچي محمود شاہ جن جي حويلي ۾ ويس جتي منهنجا هالاڻي وارا عزيزبہ موجود هوا. مڙئي اچي مليا ۽ ڏوپهرو اتي ڪيم.

تاريخ ٧ صفر المظفر سنہ ١٣٤٥ھ رات اگاري جي نماز عشا بعد پنهنجي ڳوٺ اڳڙن لاءِ پنهنجي خليفہ واليڏني سميت سندس اٺ تي روانو ٿيس. اڌ رات بعد رستي ۾ حاجي علي مراد منهنجو مريد مدرسہ دار الصلاح جو معلم مليو ۽ منهنجو پٽ صلاح الدين پڻ ساڻ هوس. خبر ڪيائين تہ اڄ اوهان جي اچڻ جو افواہ ٻڌو هوسون، تنهن ڪري اسان ٻئي ۽ اوهان جو ڀاءُ عبدالڪريم شاہ ۽ قاضي محمد خان ۽

سائين ڏنو فقير ڪنير اوهان جي استقبال لاءِ ٻوناں نڪتا آهيون. عبدالڪريم شاه وارا ته ان تي چڙهي اسان ڪان به اڳ روانا ٿي ايڏانهن آيا آهن ۽ اسان دير دير سان هن گهوڙي تي آيا آهيون، شايد هنن ڪان رستي جي مت ٿي وئي آهي، جنهن ڪري اوهان سان ملي نه سگهيا آهن. خير پوءِ ته پنهنجي پٽ ڪي پاڻ سان چاڙهيم ۽ راهي ٿياسون. تانجو خير سان صبح جي نماز ڪان به اڳ پهچي وياسون. عبدالڪريم فقير منهنجو مريد به مون سان ڳوٺ جي ٻاهران ئي مليو جو هو به منهنجي ملڻ لاءِ گنبٽ وارو رستو وجي رهيو هو. اهائي مهل هئي جو مامون محمد خان ۽ منهنجو ڀاءُ اچي مليا، جي درازن ڪان وجي موٽيا هوا، پوءِ صبح جي نماز گڏجي پڙهي سون. صبح جي نماز بعد ڪيترا سارا ماڻهو اچي نڪتا ۽ مليا. اشراق بعد نفل شڪراني جا پڙهي پنهنجي ڏاڏي سائين جي مقبره وٽ ختمون چئي پنهنجي گهر بخير و سلامتيءَ سان داخل ٿيس. الحمد الله علي ذالک.

---

نوٽ: مٿي بيان ڪيل ”پيش لفظ“ ۾ اهو ٻڌايو ويو آهي ته شهيد عبدالله شاه فتاحي عالم ۽ اديب هئڻ سان گڏوگڏ شعر و شاعريءَ سان پڻ شوق فرمائيندو هو. پاڻ هونءَ ته گهڻي قدر شاعريءَ جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. ڪافي ۽ غزل ڪان ويندي لاڏي (سهري) تائين، جيڪو پنهنجي وڏي پٽ سيد صلاح الدين شاه عرف مير حسن شاه (مرحوم) جي شاديءَ جي موقعي تي لکيو هئائين. پر پاڻ جيئن ته بنيادي طور ”عاشق رسول“ هئا، تنهن ڪري سندن شاعريءَ جو وڏو حصو مولودن تي مشتمل آهي. هتي نموني طور سندن ڪلام جو ڪجهه حصو جيڪو هن وقت هٿ اچي چڪو آهي، سو پڻ سندس ”حج سفرنامي“ سان گڏ ڏجي ٿو ته جيئن اهو به محفوظ ٿي وڃي.

## چونڊ ڪلام

# توحيدي مولود

ڪـو ڪـنـهـن جي ثـنـا ڪـرڻ وارو
مـــون خـــدا ئي خـــدا ڪـرڻ وارو

١- خدا جو ذڪر گهٽو هو پڌ تون غافل غور سان
هر گـــهـــڙيءَ مـــصطفيٰ ڪرڻ وارو ...

٢- مـومن سـچو اهو آه مـسلم سـچو اهو آه
لا الـــــــــه الاالله ڪـــرڻ وارو ...

٣- ڪارساز هڪ خدا مڃ، غير ڪي ڏي تون ڇڏي
ڪم سـيـئي تنهنجا ڪرڻ وارو ...

٤- خالق اڪبر خدا آ، مـالڪ و مـخـتـيـار آ
هڪـــدم فنا ۽ بقـــا ڪرڻ وارو ...

٥- توحيد سان رک شوق تون ايمان وارا اي ادا
نہ ٿيءُ تون بندا شـــرڪ ڪرڻ وارو ...

# مولود شريف

صل عليٰ، صل عليٰ، صل عليٰ، صل عليٰ!

الله، پڻ ملائڪ سندن - درود نبيءَ تي تا دائم پڙهن

اوهين بہ پڙهو چوڻ هر هر منا ...

نالو محمد جيڪو ٻڌي - لازم پڙهڻ صلواة ٿئي

پڙهي پل پوءِ هڪدم تہ هرهڪ ادا ...

درود پڙهڻ کان جنهن نفرت ڪئي - منافق ٿيو تنهن تہ غفلت ڪئي

ڪر توبهہ دل سان پڙهي سؤ دفعا ...

درود پڙهڻ آهي دردن دوا - جو ڪثرت ڪري، لهي آخر شفا

ٿين دل جا مطلب تنهن کان سواءِ ...

"شوق" سان پڙهہ تون فتاحي درود - آهي قبر ۾ حامي درود

راضي پوءِ توتي ٿئي خود خدا ...

# مولود شريف

پاڻ پساءِ سھڻا نبي، مرحبا جئرا نبي، مرحبا اعليٰ نبي!

تو لئي روز سڪان سرور - روئي ھنجون ھاريان ھر ھر

من ترس پئي تو کي ڏسي

مديني جيتر ٿئي قسمت - خواب ۾ تنھنجي ٿئي زيارت

اھو عرض اگھاءِ سخي

مير مديني گھراءِ مون کي - عمر منھنجي گذريَ جتي

۽ پڻ اتي ٿئيم بُني

قيامت ۾ اي شاھ شفيعِ - وقت شفاعت جي عربي

شل ياد ھجي ھي امتي

"شوق" سان توتي مان پڙھان - لک صلواتون سوز منجھان

مرڻ تائين شل مڪي!

# مولود شريف

منهنجا مولا آڻاءِ مدينې مون کي
غم لاهہ، گهراءِ مدينې مون کي

١- قافلې وارا ويا مون کي اڪيلو هت ڇڏي
چوتہ بيگانو ئي سمجهي ڪين ورتئون سڏي
هاڻي پاڻهي پهچاءِ، مدينې مون کي

٢- مون کي ستايو سنڌ پنهنجي ۽ هندوستان آ
بيڪسي پي مفلسي پي ۽ ڏکن ارمان آ
سائين! سنت سڏاءِ مدينې مون کي

٣- نہ راه خرچ آ مون کي نہ طاقت آ نہ مال
ڪيئن وڃي پنهنجي نبيءَ جو مون ڏسان حسن و جمال
ڪيئن پي راحم رساءِ مدينې مون کي

٤- دل ۾ دائم شوق آ، باقي حياتي اي خدا
ٿيان مجاور مصطفيٰ جو هر گهڙي هر دم سدا
منهنجا رب رهاءِ مدينې مون کي

# مولود شريف

اي عـرض ٻڌ ٻاجهـارا منهنجو ٻہ اج ڪـٽي

نالو نصـيب پنهنجو اســان کي ڪرين ڏٽي

١- اســان مـان مـراد امت مـحـمـد مـٽي جي آهي

من هي ســـوال ســـائين تـوکي اچي وٽي

٢- امت حــبــيب تنهنجي جي آهيــون خدايا

توکي دنيـا ۾ پارت جنهن ڪئي هئي گهـٽي

٣- راضي رهين تون يا رب عاصين اسان تي هر دم

سئون دڳ پساءِ اسان کي هدايت جو هٽ هٽي

٤- اولاد ســان اســان کي اســلام تي جيـارين

ٻانهن پنهنجن ۾ آخر شل "شوق" سان ڳٽي

# مولود شريف

نبي پنهنجي جي اي مولا پسائج پاڪ پيشاني
پيمبر پاڪ جو مون کي ڏيکارج نُور نوراني

١- تنهنجو حبيب آ نرمل، تنهنجو محبوب آ مرسل
تنهنجو معشوق آ اڪمل، بشر ڪونهي سندس ثاني

٢- دنيا ۾ تو رهان غافل، ڪجان واهر سندي سائل
رهي ايمان شل ڪامل، ٿئي اهڙي ڪا احساني

٣- مڪي معظم گهرائج مون، مِنا عرفات آڻائج مون
مديني پڻ رسائج مون، وسي تنهنجو جتي جاني

٤- "شوق" بيشڪ آهي عاصي، پيو آ غير ۾ قاسي
ڪجان پنهنجو سدا پياسي، ڪري مالڪ مهرباني

# مولود شريف

صل عليٰ شڪر بندا ذڪر خدا ڪر پيو تون
الله هــو الله هــو الله هــو الله هُــو

١- يا نبي تو جهـڙو ڪو بشـر خوبرو،
نہ ڪي ٿـيـو آ نہ ٿـيندو هوبهـو
رحـمت عـالم صل عليٰ نيڪ خُو.

٢- تو ڪيـنـو خلق تي آ ٿـورو وڏو،
پٽي شـرڪ ڪفـر جو جڳ مـان تڏو،
تو پکيـڙي جهـانن ۾ وحـدت جي بُو،

٣- احـسـان امت تي ڪروڙين ڪيـئو،
تعليم اسـلام و ايمـان ڏنؤ،
تبليغ ڪيـؤ جا بجا سـو بسُو

٤- ”شـوق“ سـان شـفـقت ڪجو روز جزا،
بخش ٿـئي تو اڳيـان مـڙني جي خطا
هرهڪ نہ ٿـئي شـرمندو روبرُو.

# مولود شريف

محمد مت مرسل نہ ٿيو آ نہ ٿيندو،

جهڙس بشر افضل نہ ٿيو آ نہ ٿيندو.

١- رحمت العالمين سندس لقب حقيقي،

جهڙس نبي نرمل نہ ٿيو آ نہ ٿيندو.

٢- محبوب رب العالمين آهي بلاشڪ،

جهڙس اصل اجمل نہ ٿيو آ نہ ٿيندو.

٣- خوبي سندن نرالي ختم المرسل سندي،

جهڙس نبي اڪمل نہ ٿيو آ نہ ٿيندو،

٤- ”شوق“ مٿون نبين مڃي زير دستي،

جهڙس مير مقبل نہ ٿيو آ نہ ٿيندو.

# مولود شريف

سـردار آ مـحـمـد، جنهن امت تي احـسـان ڪيو

١- تي رات مـعـراج نماز فـرض، مـتي امت جي پنجاهہ وقت،
تخفـيف ڪرائي ستـائي سيـد بچي پنج وقت نـماز رڳو

٢- بدعت شـرڪ جي پاڙ پٽي، ڪفـر بتن کي ناس ڪري،
توحـيـد سـبق امت کي ڏسي، تنهن بارُ رسالت جو لاٿو

٣- ڪري بيان احڪام الاهي، ڪيريائين خلق جو هٽ گمراهي
تنهن کي سـيـڪاريائين پاڪائي، اهڙو آ ٻاجهـارو.

٤- ”شوق“ مئون تي تون عربيءَ جو، محبِ مٺي تون مدنيءَ جو،
تيءُ تابع تون تہ قريشيءَ جو، ڪندو محشر ۾ بہ شفاعت سو

# مولود شريف

جيئن محشر ۾ مان جيئرو ٿي ايندس،
اتي صل عليٰ پيو پڪاريندس.

١- جڏهن قاضي قيامت ۾ ٿيندو خدا،
تڏهن مون کان بہ عملن جي ٿيندي پڇا،
مان تہ دامن محمد جهلي بيهندس.

٢- ايندا بخشائڻ امت جا جرم و خطا،
تاج پهري شفاعت جو روزِ جزا،
مان بهرو شفاعت سندو وٺندس.

٣- حشر ۾ کندا نفسي نفسي نبي،
جتي عربي کندو امتي امتي،
مان تہ لبيک لبيک چئي ڏيندس

٤- هوندا ڪُل انبيا اوليا ساڻ تن
شل مون کي بہ پاڻ سان ساڻ گڏن
پوءِ تہ شوق مئون شکر ادا ڪندس.

# مولود عربي

الحمدلله الذى خلق السماء لمحمد
اعطى كمالا كاملا فى الانبياءلمحمد
من وجهه شمس الضحىٰ ـ من خدّه بدّرالدجىٰ
من ذاته نور الهدى ـ ملك العلىٰ لمحمد
والشمس فى تعريفه ـ الليل فى توصيفه
يٰس فى تشريفه ـ نزل الضحىٰ لمحمد
لولاك كان خطابه ـ ام الكتاب كتابه
خير المآب مآبه ـ سعد العُلىٰ لمحمد
صديق فى تصديقه ـ فاروق فى توفيقه
عثمان فى ترفيفه ـ حيدر فتىٰ لمحمد

# چئن يارن جي ساراهہ

رک عـــشق ســـدا سندو چئـن يارن،
چوجو عـــشق نبيءَ جو آ عـــشق سندن.
١- هُوا نبي ســان گـڏ اهي دنيـا هن ۾ هر دم،
كيـــو ســاهہ فــدا هو تن مـــال ۽ ڌن.
٢- روضي نبي جي ڏسڻ کاڻ ســکندا آهيـون،
پر تـهين ۾ وڏا گــــــڏ آهـن يـار دفـن
٣- كربلا مـــاٿـهـــو نين لاش بخشش لئي،
جيـــكي مـدينـي ۾ گـــڏ بخشل چوندہ هجن.
٤- ساراهہ جن جي كئي خدا تن کي "شوق" سان مچ،
رهہ خادم تي تون صـــحــابن ســـيــن

# نصيحت ڀريو ڪلام

(وعظ بعد چيو وڃي)

ڇڏ ڪـــٽي انســـان غفلت تون خدا جي واسطي،
فـڪـر ڪر ڪجهہ تون ڀـلا روزِ جزا جي واسطي.

١- بُغض، غيـبت، ڪوڙ، رشـوت ۽ زنا، چوري، نشـو.
ٿـو ڪرين ڏينهن رات عـمـر بي بقـا جي واسطي.

٢- فــخر زرتي يا حـــڪـــومت تي آ تائين مـــوت،
هڪ ئي تربت آهي پو شــاهہ وگــدا جي واسطي.

٣- حق جي نافــرمـــانين ڪـــان باز آ تون باز آ،
باهہ دوزخ جي تہ ڀـڙڪي ٿي ســزا جي واسطي.

٤- دوزخي ڪم ٿو ڪرين ڪيئن طلب جنت جي رکين،
حــورو جنت خاص آ بس پارســا جي واسطي.

٥- پنج وقـتي پڙهہ شـريعت ۾ گـهـڻـو تاڪيـد آ،
فجر، ظهر و عـصر، مغرب ۽ عـشا جي واسطي

٦- ڪار ڪم سڀ ڇڏ زمـاني جا ٻُڌي تون بانگ کي،
اچ تون مـــســجد جي اندر جمع ادا جي واسطي

٧- ڪر نيڪ سڀ پنهنجا عمل جن جي ڪري هت قبر ۾،
باغ رضــوان مــان دري پـٽـجي هوا جي واسطي.

٨- رهہ "شوق" محڪم دين تي ۽ دِج خدا ڪان روز و شب،
پڙهہ درود حق مـحـمـد مـصطفيٰ جي واسطي

# ناصحانو ڪلام

اي مسلمانو اوهان کي چا ٿيو
جوش ايمان اڄ اڳوٽو ڇو ويو.

١- اڳين زماني جا مسلمان محو هوا،
توحيد جي تبليغ ۾ اي پائرو.

٢- ياد خدا ۾ سي هئا اهڙا غرق،
تن جو تعلق جڻ دنيا سان ڪم هيو.

٣- نماز روزي جا هئا پابند سي،
ڪين هرگز ڪيئون قضا هڪ وقت ڪو.

۴- پير تن جا ٿي سُجيا نماز ۾،
تن کي هو خوف خدا بيحد گهڻو

٥- مرڻ تائين ڪئي ادا حضرت حسين،
جسم توڙي هو قتيل تن جو سڄو.

٦- هئا مجاهد ۽ سخي مومن اڳيان
جان ۽ مال تن قربان ڪيو.

٧- شوق سان ڪيون پيروي تن جي ادا
آخرت ۽ هي جهان پو ٿئي چڱو.

# ناصحانو ڪلام

## (نڪاح ڪان پوءِ پڙهجي)

ادا مومن مسلمانو ڪيو شاديون جٽيو ٻچڙا،
وڏي امت محمد جي لڳو مولا کي پو منڙا.

١- نڪاح سنت رسول آهي ثابت حديثن ۾،
سنت جا ترڪ ڪندڙ سي ناهن سرور ڏهون سچڙا،

٢- مردن عورتن جا گڏ جوڙا جوڙيا آهن خالق،
ڪيو حق ۾ وڏو گڏ جو ڏٽي ڏيندو ڏيئر پُٽڙا.

٣- شرع موجب روا آهي چئن زالن اندر پرٽو،
اهي پڻ جيتريون پرٽيو مگر زاني نہ ٿيو بيڙا.

٤- نڪاح هن گهوت جو دائم ڪري برڪت سندو مولا،
گهرو درگاه ايزد مان دعا اهڙي ڪٽي هٿڙا.

٥- نصيحت "شوق" ڪر سڀ کي رهي رنڙ نڪو ڪنوارو،
ٻين قومن مان قيامت ۾ هجون تعداد ۾ ڪرڙا.

# ناصحانو ڪلام

بي دين جي مريدي جڻ آ يزيد جي،
بي دين جي مجوتي جڻ آ پليد جي.

١- بي دين ڪي نہ مڃ تون جي سرڪپڻ تہ چا ٿيو،
مڃ پيروي حسين امام شهيد جي.

٢- مريديءَ جي معنيٰ آهہ هدايت جي حاصلي جي،
ڪر سو ادا تون بيعت رهبر رشيد جي.

٣- ڏن جي مريدي پيري هي پڻ رسم بد آ،
ڪر تون ڦٽي تہ دعويٰ انڌي تقليد جي

٤- وٺ "شوق" تون تہ مرشد جو بي طمع آ ڪامل،
دامن پڪڙ تون اهڙي صالح سعيد جي.

# ناصحانو ڪلام

اي مسلمانو رکو خوف خدا جو هر دم،

ڪيو سچي دل ساڻ توبهہ ۽ حيا شرم.

١- بدعت شرڪ جي پاڙ پٽي پڙهو ڪلمو،

توحيد مجو الله سندي ادا پائرو،

فخر ڦٽو ڪيو ۽ ٿيو مومن اوهين سالم،

٢- پنج ئي وقت نماز پڙهو مسجد جي اندر،

پر ادا ڪيو با جماعت سفر ۽ حضر،

فرق ڪُفر اسلام نماز آهہ بني آدم.

٣- حج زڪواة لازم آ جي آهيو آسودا.

پر فرض سين رمضان سندا روزا،

هر حال رکو مُند سرد هجي يا گرم.

٤- شوق سان صلواة اوهين نبيءَ تي پڙهو

عمل پنهنجا نيڪ ڪيو اي سچا عاشقو،

من قيامت ۾ ڪري قادر ڪو ڪرم.

# سِهرو

(پنهنجي پٽ جي شاديءَ جي موقعي تي چيل)

وهه واه بنا! تنهنجي شـــادي، ٿي شـــادي خانه آبادي!

تنهنجي شاديءَ ۾ مائٽ گڏ ٿيا - تنهنجا دوست پيارا اچي ويا

ڏين توکي مبارڪبادي!

تنهنجي شـاديءَ ۾ ڪيئي ٿيـا طعـام - ٻوڙ پلاهه حلوا جام

ماني سڀ ڪنهن ڊؤ تي ڪاڏي!

تنهنجي شاديءَ ۾ ساراهه نبيءَ جي - ٿئي مذمت ٿي دشمن گندي جي

ٿي وئي بدعت جي بربادي!

تنهنجي شـاديءَ ۾ قـرآن پڙهجي - ٿـو وعظ نصـيحت ٻڌجي

ٿي ابليس سان آه تعدي!

ڀهربون توکي ڏين ٽا مبارڪ - پوءِ پٽهين ۽ ماٽهين کي مبارڪ

ٿي وئي مست خوشيءَ ۾ ماءُ دادي!

تنهنجو "شوق" مان دعـاگو فتـاحي - توکي بخشي حيـاتي الاهي

شل ماٽين پنهنجي سهري زادي!

# غزل

وسايو تو برھ جو تيرُ ڪٽ سو پار لنگھٽو آ،
ڇپايو يار اھڙو ئي عمر ساري نہ چرٽو آ،

١- آيس مھمان ٿي تو ھنيون تير چو ناحق،
آھين ظالم چوان پيو چا زياده ڪين ڪچٽو آ.

٢- لُڇان ٿو درد ۾ جڏھين، وڃان ٿو مان جراحن ڏي،
ڏسي ڇرڪي چون ٿا سي، اسان کان ڪين ڇُٽٽو آ.

٣- يڪو تاڪون رلان ٿو پيو، جُھران ٿو ۽ جِھجان ٿو پيو،
سدائين سُور آ سڪ جو، سدائين دل ۾ لُڇٽو آ.

٤- ڏي ڪو ديدار جو درمل، ڪڍي وٺ يا تہ پنھنجو تير،
ٻنھي سوالن منجھان ھڪڙو، توکي ھرگز بہ مڃٽو آ.

٥- نالي مولا جي سڻ، سُھٽا، دوا منھنجي تو وٽ آھي،
ملم ميلاپ جي لائين تہ جھٽ پٽ سُور وڃٽو آ.

٦- ياراٽي "شوق" سان رک تون، قتيل پنھنجو نہ ڇڏ ھاٿي،
سوا منھنجي، پيو تنھنجو سچو عاشق نہ ٿيٽو آ.

# غزل

تو لئي مـتـا حـيـران گـذاريان،

تو كـان جدا شل مـان نہ گـذاريان.

١- تو لئي رُلان ٿو دربدر، ڪجهہ قياس ڪر،

تو لئي عـمـر فـقـيـرانہ گـذاريان.

٢- رحم ڪر مون ڪي رهاءِ هردم پاڻ سان،

توكـان سـواءِ ويران گـذاريان.

٣- بيـوفـا ٿي نہ تون مـون سـان سـڄڻ،

تو بنان مـتـا ٿـو مـسـتـان گذاريان.

٤- رقيبن ڏي نہ ڏس، تون بس مـون ڏي نهار

شـوق مـان پو شـادان گـذاريان.

# غزل

اج عيد آهي گهر گهر، پنهنجي بہ عيد ٿي آ،
مُيسر وطن ۾ مون کي، دلبر جي ديد ٿي آ.

١- جدائي جو داغ مٿجي تہ نيث ويو هليو اڄ،
وڏا ڀال رب جا ڀايان، قسمت سعيد ٿي آ.

٢- فضلِ خدا ٿيو آ، محبوب آهہ هنج ۾،
شامل مون سان برابر غيبي تائيد ٿي آ.

٣- ڏني آ ڪريم مون کي تہ غمگسار نعمت،
رقيبن جي نظر بد اڄ بلڪل بعيد ٿي آ.

۴- وه شوق مان خوشيءَ سان تنهنجو پرين آ تو وٽ،
گڏ.گهوٽ ڪنوارُ سان ٿيو پوري اميد ٿي آ

# غزل

مقدر جو وري چمڪيو عزيزو آه اڄ تارو،
وطن منهنجي هلي آيو، مٺو محبوب موچارو.

١- وڇڙيل هو جو ورهن جو، ڏنم تنهن مُنهن محبن جو
سندم اڄ ڀاڳ بيحد ٿيو، لٿو من جو ته مونجهارو

٢- جنهن دل ڪاڻ هيڪاندي، هيس لاچار ماندي،
اها الله آ آندي، خوش سرير ٿيو سارو.

٣- شڪر ڪيان، حمد پڙهان، ٿورا مالڪ جا ڳايان،
لڪين لائق ٿي پيو ٻايان، وريو آخر اجهو وارو.

٤- مبارڪ ڏيو مڙئي جيڏيون، دعا هيئن ڪيو سيئي سرتيون
شوق مان ٻانهن ڪان ورتيون، جڙيو تنهنجو ته سان پيارو

# غزل

قيد مان ڪدي ڇڏ ادا عمر اياڻي،
ناحق جهلي تو ڇو آهي مارئي نماڻي.

١- ٻوڙ ۽ پلاءُ شربت وِهُ جيئن لڳن ٿا تنهنجا،
منهنجي ماڳ جو آ ساڳ سنو ۽ مٺو آ پاڻي.

٢- پازيب ۽ پنڙا پنهنجيون ٻن ڏيان سيئي تنهنجا ڳهه،
ريشم ۽ پٽ پٽيهر پهريان نه مور ڄاڻي،

٣- پونگيون پليون ٿي پايان، بنگلن تنهنجي ڪان جائي،
ڪوٺ نه مت ڪِنڌيءَ جي ڪندي برجي بندياڻي.

٤- وائي نه ٻي ڪا وات اٿم، رڳي تات اباڻن
ڪير "شوق" ۽ تون سڪ مان پنهنجو پاڻ سنجاڻي

# غزل

متا محبوب ميهارا، الله ڄاڻي ڪڏهن ايندين؟
اڱڻ تي دوست دل وارا، الله ڄاڻي ڪڏهن ايندين؟

١- ڪڏهن ايندين، ڪڏهن ايندين، ڪڏهن ايندين اڱڻ منهنجي،
وجهان فالون ڪٽي ڊارا، الله ڄاڻي ڪڏهن ايندين؟

٢- جدائي ۾ متا تنهنجي جيڻ جنجال آ بيشڪ،
پري پاٽان نہ ڪر پيارا، الله ڄاڻي ڪڏهن ايندين؟

٣- سدا ساريان سڄڻ توکي اکين آرام ناهي ڪو،
تکيان تو رات ڏينهن تارا، الله ڄاڻي ڪڏهن ايندين؟

٤- سنگدل "شوق" جي هاڻي خدارا لهہ خبر جلدي،
تکيان تو رات ڏينهن چارا، خدا ڄاڻي ڪڏهن ايندين؟

# غزل

پرين جي پار جا پانڌي، پلي آئين، پلي آئين.
مئل جي مڙهه سندا ڪانڌي، پلي آئين، پلي آئين.

١- پلي آئين، پلي آئين، پلي آئين ادا قاصد!
ڪيهي ڪلڙي تو آ آندي، پلي آئين پلي آئين.

٢- خبر ڏي ڪا قريبن جي، سڄي ساري سڄڻ ساٿي،
جنهين لئي مون هجان ماندي، پلي آئين پلي آئين.

٣- هئي ڪا يادگيري يار ڪي پي ڪا متا منهنجي،
مون ڪي سڪ آهه هيڪاندي، پلي آئين، پلي آئين.

٤- شمع رو جي وصل جو "شوق" آ ڏاڍو صبا مون ڪي
ملي من ٻانهن سيراندي، پلي آئين پلي آئين.

# ناصحانہ ڪافي

تلهـ: ڪر ننڊڙي ڦـٽي اٿ جاڳ ادا
هيڪل هلڻـو اٿـئي ٻِلو ناهہ بندا

١- ٿـئي رات جڏهن ٿي پڪـاري قـبـر
خبـــردار بنـدا، چڙ تـون ننـڊ پچر
تون مـهـمـان آهين هڪ ڏينهن پهـر
ڪر ياد وطن جتي رهنـدين سـدا

٢- نيڻ هـتـــان تنـهنجو لاش لـڏي
مٽ مـائٽ ٻچا ٻنيـون ٻارا ڇڏي
وٺي وارث وينـدءِ تـوکـي اصلـي تـڏي
تنهنجو هيڪل ڪوٺيءَ ۾ ٿـيندو رهڻ جدا

٣- ٻچا ٻار سـيـئي توکـان وسـري ويندا
سنگتي ساٿي تو سان ساٿي ڪين ٿيندا
جيـڪي عـمل هوندا، ڪم سـيـئي ايندا
ڏس ڏيان ڏري منهنجا يار مـتـا

٤- ويهـ غفلت ۾ نہ تون هـڪـڙي گـهـڙي
”عـبـدالله شـاهہ“ ريجهـاءِ رب روئي رڙي
مـرڻ شـال ٿـئـي ڪلـمـو پاڪ پڙهي
پنهنجي ٻانهي مـثـان ٿـيندو راضي خدا

# فتاحي فياض سيد

عبدالله شاهہ شهدائي فتاحي فياض سيد،
تو رب جي ذات ريجهائي فتاحي فياض سيد.

پنج وقت سدا اي سيد سچا،
ڪئي ڪانہ قضا تو نماز خدا،
مرحبا مرحبا اي منهنجا متا،
تو جنت ۾ جاگير بنائي.

توکي صابر صبر، نکو فوق فخر،
تنهنجو گهوٽ هي گهر، آ اڳڙا شهر،
تنهنجو نظم نثر، تاثير اثر،
چا شعر تنهنجو چا پڙهائي.

هيو رب جو امر، تنهنجو عالي قدر،
ڪري ڪُوفين قهر، ماريو دُر دلبر،
دُر لعل دلبر، هَي هَي حشر،
توکي ساري پئي خلق خدائي.

تنهنجي طلب تمام، آهي من ۾ مدام،
تون آلِ امام، تنهنجو شاهن غلام،
صلواة سلام، پڙهن صبح و شام،
آهي ورد وظيفو وائي.

PRINTED AT B.C.C.&T PRESS UNIVERSITY OF KARACHI